# سنڌ جو سرويچ

(سرويچ پيرزادو جنم کان شهادت تائين)



سهيڙيندڙ:

لطف پيرزادو

ڪتاب جو نالو: سنڌ جو سرويچ (سرويچ پيرزادو: جنم کان شهادت تائين)

موضوع: شخصيت

سهيڙيندڙ: لطف پيرزادو

تعداد: 500 سئو

ڇاپو پهريون: نومبر 2015ع

ڇپيندڙ: نئون نياپو اڪيڊمي،

C_4 سچل ڳوٺ، گلشن اقبال ٽائون، ڪراچي سنڌ

Ph#021_32624153, 34690389

Cell#0333_32115821

مُلهه: 200 رپيا

# ارپنا

هي ڪتاب

" سنڌ جو سرويچ " انتهائي احترام ۽ ادب وچان ارپيان ٿو
شهيد مخدوم بلاول، دولهه دريا خان ۽ صوفي شاهه عنايت شهيد کي!

اڪيون ڪيڏ م ٻجهڙي، تارا تون م ڪاءِ،
پيو نه پسين پٽ ۾، ريگڙيارو راءِ،
جيئري جنهن جوان کي، لڳا نو سئو نو گهاءَ،
رات ان جي ماءِ، روئي پرنيو رب کي.

لطف پيرزادو
زنده شهيد

# شهيد سرويچ پيرزادي جو پروفائيل

نالو : سرويچ علي پيرزادو

ولد : لطف علي پيرزادو

ايڊريس : ضلعو لاڙڪاڻو تعلقو ڏوڪري ڳوٺ ٻلهڙيجي

پيدائش : 9 فيبروري 1991ع تي ڳوٺ ٻلهڙيجي ۾ جنم ورتائين

تعليم : انٽر حيدر بخش جتوئي ڊگري ڪاليج ڏوڪري مان ڪيائين

سرويچ پرائمري تعليم ٽيئن درجي تائين ڳوٺ ٻلهڙيجي جي اسڪول حاجي لعل بخش شيخ مان ورتي، چوٿين ڪان ائين ڪلاس تائين " اسٽينڊرڊ پبلڪ اسڪول ڏوڪري " ۾ پڙهيو ميٽرڪ هاءِ اسڪول موهن جو دڙو مان پاس ڪري، انٽر حيدر بخش جتوئي ڊگري ڪاليج ڏوڪريءَ مان ڪيائين.

سرويچ ميٽرڪ کان پوءِ روزگار سانگي ڪراچي ۾ رهيو روزگار سان گڏوگڏ قومي تحريڪ جي مختلف عهدن تي رهيو سنجيدگي سان سياست ڪرڻ جي ڏوهه ۾ ڪيس 11 سيپٽمبر 2014 تي شام جو 4 وڳي ڪراچي جي صدر واري علائقي مان رياستي ادارن طرفان ڪنيي گم ڪيو ويو 2 مهينا 20 ڏينهن مسلسل گمشدگي کان پوءِ پهرين ڊسمبر 2014 تي سندس چچريل لاش پنهنجي هڪ دوست واجد لانگاهه جي لاش سان گڏ نوري آباد پرسان مليو شهيد سرويچ علي پيرزادي جو لاش ڳوٺ ٻلهڙيجي آندو ويو جتي شهيد کي اباڻي قبرستان سخي شاهه جمال ۾ نعرن جي گونج ۽ پڙٿاڻي جي بيتن سان گڏ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

ٻلهڙيجي جيڪا ماضي ۾ ڪميونسٽ سوچ رکندڙ ماڻهن ڪري ننڍو ماسڪو جي لقب سان سڏي ويندي هئي اها ٻلهڙيجي اڄ شهيد سرويچ علي پيرزادي جي شهادت کان پوءِ ويٽنام جي لقب سان سڏي وڃين ٿي، جتان شهيد مان اتساهه وٺي هزارين انقلابي ۽ گوريلا جنم وٺندا.



# سِٽاءُ

## پنهنجي پاران

**هي** ڪتاب جيڪو اوهان جي هٿن ۾ آهي، اهو سنڌ ڄاون، سڄاڻ ۽ ساڃاهه وند قلم ڪارن طرفان شهيد سرويچ پيرزادي جي عشق، وفا ۽ پنهنجي ناتي جي مان رکڻ واري ادا کي هر اسم ۾ بيان ڪري، شهيد جي ڪردار، فڪر، نظرئي ۽ ثابت قدميءَ کي سرخ سلام پيش ڪيل آهي، آءٌ ٿورائتو آهيان سنڌي عوام جو جن منهنجي درد کي ڏرتيءَ جو، لطيف جو ۽ پنهنجو درد محسوس ڪري مون سان پير ڪنيو، ڪيئي پال پلائيا امڙ سنڌ جي جهوليءَ ۾ سر اربيندڙ سرويچ لڳ ٻلهڙيجيءَ جا وڻ ڏٺا، ڪن پنهنجي تخليقي پورهئي ذريعي شهيد کي تحسين پيش ڪندي سنڌ جي ويري قوتن تي فٽ لعنت ڪئي جنهن ۾ مضمون، شاعري، تعزيتي نوٽ ۽ اخباري رپورٽن کان سواءِ ڦوٽو البم موجود آهي. اسان گهر وارن تي اهو فرض پيو ٿئي ته اها قوم جي امانت ڪتاب جي صورت ۾ سنڌي قوم کي اربيون، ته جيئن هو پنهنجي ايمان کي تازو ڪري سنڌ ڌرتيءَ سان وفا جو وچن ڪن، پڪ سان چوان ٿو ته سنڌ سنڌ ناهي ٿي، رهندي دينا تائين سرويچ وري وري جنم وٺندا رهندا ۽ سنڌ ماتا جي سيني تي پنهنجي ريٽي رت جو سنڌور سجائيندا رهندا.

گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا،
ڪڏهن منجهه ڪوٽن، ڪڏهن راهي رڻ جا.

-لطف پيرزادو

## شهيد سرويچ پيرزادي جي شاعري

### ڪجهه ته بدلو وٺو

موت تنهنجو پڌي، سنڌ سڏڪي چيو
سنڌ واسي اٿو ڪجهه ته بدلو وٺو
ياءِ پنهنجي مٺان، ياءِ پنهنجي مٺان
ساهه سدڪو ڪيو، سنڌ جوڌي مٺان
سنڌ منهنجي وري، اجڙي اڄ آ وئي
ساهه ويساهه ڪي، جڙ ته گولي لڳي
ڪيئن ايڏو وڏو قوم سان آ ٿيو
سنڌ واسي اٿو ڪجهه ته بدلو وٺو
ڪربلا ڪربلا، ٿئي وئي ڪربلا
سنڌ ساري ڏٺم، سڀ پئي رت رنا
جُنگ جوڌا، پڌا ۽ پڪا
هاءِ گهوڙا متي، هاءِ ماتم ٿيو
سنڌ تنهنجي ڪري، ويس ڪارو ڪيو
سنڌ واسي اٿو ڪجهه ته بدلو وٺو



وقت آهي اهيو وقت نڀاهڻي ويو
ڪجهہ ڪريون سنڌ لاءِ، سنڌ جا دوستو
حق وٺو اڄ وٺو دير ڇنو ٿيا ڪيو
مڙس ٿي ٿا اُٿئون، هاڻ پوندو پتو



ديس توسان وچن، ڌرتي تنهنجو قسم
هڪ جنم ڇا، هزارين جنم توتان واري سگهان ٿو
تو پڇيو پيار اٿئي سنڌ سان؟ مون چيو ايترو آ
گهرءِ اولاد ڇا، سنڌ تان ساهہ گهوري سگهان ٿو



## نظم

هڪ مظفر سنڌ جو سورهيہ هو
سر پنهنجو جنهن هو گهور ڪيو
هن للڪاريو هو هن رياست کي،
چڙهه روپ درياءَ، بلاول جو
آزاديءَ جي هن جنگ ۾،
ڪين مايوس، ٿيو ڇيو هن دوستن کي،
پل ساڙيا وڃو پل ماريا وڃو
۽ گوليون گولا بم سينن تي،
سهندا وڃو وڏندا وڃو
ڪڏهن بہ قدم پنهنجا ڪين پوئتي ڪجو وڙهندا وڃو
نيٺ تہ آزاديءَ جو سج بہ ايندو يارو، پنهنجو وقت بہ ايندو يارو
۽ پوءِ آزاد هوائن ۾ اوهان سان بهارن ۾ ملبو
گڏجي پوءِ هي گيت بہ ڇئبو
سنڌو ديش جي ڌرتي توتي پنهنجو سيس نوايان، مٿي ماٿي لايان.



تون گڏ هوندي بہ ڇڻ جدا آهين،
اکين آڏو هوندي بہ ڇڻ پري آهين،
ڏس ڇو ايڏو مجبور آهين؟
منهنجو هوندي بہ ڇڻ ڪنهن ٻئي جو آهين!
تون سنڌ وانگي حسين ۽ خوشحال هوندي بہ ڇڻ آزاد ناهين.



ڪوئل جي مٺڙي ٻوليءَ کان پياري تنهنجي آواز جو قسم
سرائي جي مرڪ جهڙي تنهنجي مرڪ جو قسم
مظفر جي حوصلن جهڙن تنهنجن حوصلن جو قسم
سجاد تنهنجي رت جي هڪ هڪ ڦڙي جو قسم
جيسين آهي سينو ۽ سيني ۾ دم پلئو ڪندس پلئو ڪندس.

*(شهيد سجاد مرڪنڊ تي لکيل)*

هر رات تنهنجي حسن تي مون شعر لکيو
ڪڏهن تنهنجي اکڙين جي مستيءَ تي
ڪڏهن تنهنجي زلفن ۾ گم ٿي لکيو
پياري مون سان ظلم ٿي ويو
جڏهن مون تنهنجي لبن جي لاليءَ تي لکيو.

جڏهن بہ يار سنڌوءَ جون چوليون ڏٺيون
پٽائي وٽ دانهيندي تنهنجو آليون اکيون ياد آيون
جڏهن بہ يار سرُ ڪاهوڙي پڙهيم
ڪير ٿر تي سنڌ لاءِ جاڪوڙيندي تنهنجي پيرن جون لڦون ياد آيون
سنڌ تو لاءِ راهون تڪي ۽ مونکان تنهنجو پارُ پڇي
ڏس ڪٿي منهنجو پٽر آهي
پٽائي جو جيڪو پارکو آهي،
مونکي يار تنهنجون هي سٽڙون ياد آيون
تون ڪيڏو ڏور هليو ويو آن، اي چنڊ پٽائي کي چئجان.
*(انور صاحب تي لکيل)*

# سرہ سارنئين گھٽوہ پينرءَ پائي !

لطف پيرزادو

اڄ توکي پريا پارنهن ڏينهن گذري چڪا آهن. گهر ۾ پنڻ لڳو پيو آهي، ائين پيو لڳي ڄڻ ڪنهن مسجد ۾ اسان جو آشيانو هجي. صلوات، ورد، تلاوت پئي ٿئي، تنهنجون پينرون توکي ياد ٿيون ڪن. تنهنجي ماءُ جون اکيون سڄي پيون آهن. بلڪل ائين جيئن لطيف لکيو آهي :

اکيون آلو ماهه سدا سناسين جون،
واري تند تيٽان، جوڳين جهليا جان تي،

نيٽين ننڊ وهه تي، ڪارا ٿئيڙم ڪيڻ، راتيان راحت ناهه ڪا ڏينهان حيراني، تنهنجي ننڍڙي پيڻ قلم ڪٽي ڪاپيءَ تي لکي تي ! پاءُ سرويچ توکي هيترا ڏينهن ٿي ويا آهن، هاڻي اچ، اسان کي سرويچ کپي وغيره. هن کي اهو احساس هوندي به ته تون بند آهين، ڪوٺن، ڪڙولن، ڳچيءَ ڳانا لوهه جا، زيرون ۾ زنجير، هٿين هٿ ڪڙول، ڄنگهون پانهون ڪاٺ ۾، تون بي وس آهين، تو مٿي هٿياربند چوڪي ڪندي واهت پيا ڪن پوءِ به هو توکي سڏي ٿي، پيون تنهنجون پينر ماءُ کي چون ٿيون پريس ڪلب هلون بک هڙتال ڪيون، تون ته اسان ڪارڻ نوڪريءَ تي ويو هئين، تنهنجو ڏوهه ۽ جرم اهو آهي جو تون بدنصيب ڪتنب جي پيٽ پالنا لاءِ مزدوري ٿئي ڪئي، سنڌ جو قسم! جي سنڌ ساڻ محبت ڪرڻ گناهه آهي ته اهو ڏوهه عمر پر ڪندو رهج ! چوته اسان جي نبي سونهاري فرمايو آهي ته "حب وطن من الايمان" وطن سان محبت ڪرڻ ايمان جي نشاني آهي. پاڻ ڪريمن کي جڏهن شهر بدر ڪيو هئائون ته پاڻ روئندي پنهنجي شهر کان موڪلايو هئائون. توسان ان جون رحمتون ۽ دعائون ساڻ آهن، دشمن تنهنجو وار به ونگو ڪري نه سگهندا.

تنهنجون پينر ماڻهن کي چون ٿيون اسين هن وقت نه ابو کي ڏسي ٿيون سگهون نه اميءَ کي، مٽ مائٽ، دوست يار صحافي، اديب ڪيترو نه پريشان آهن. سنڌ جا اديب، صحافي ۽ پرديهه ۾ رهندڙ سنڌي اسان جي غم ۾ برابر جا شريڪ آهن، اسين انهن جا احسان پلائي نٿا سگهون.

تــورا ۾ تــورا، مــون تــي مــاروئــڙن جــا،
پـلائـي پـيـرا، ڳـٺـي ڳـٽـيـان ڪـيـتـرا .

اسين تنهنجا گهر ياتي انڌن، پوڙن ۽ گونگن حڪمرانن کي اپيل تا ڪيون ته ڪٿي آهي اوهانجو انصاف، ڪٿي آهي اوهانجي انساني حقن جي پاسداري، ڪٿي آهي اوهانجي عوامي نمائندگي؟ ڇا عوام جا نمائندا عوام کي ٿي لتاڙيندا آهن؟ انهن جي خون جا پياسا بڻجندا آهن. آخر اسان جا حڪمران پوليس ۽ بين فورسز جي اڳيان ڇو بي وس ۽ لاچار آهن؟ پوءِ ته حڪومت جا اختيار انهن حوالي ڪرڻ گهرجن، انهن کي سڌي طرح حڪومت ڪرڻ گهرجي، اوهان ڇو نديل نمائندن جي پٺيان لڪي حڪومت ڇو ٿا ڪن؟ اي سنڌ جا واڳ ڌڻي جواب ڏي ڪجهه ته ڪڇ؟!!

سـر ۾ سـارنـئـيـن گـهـٽـو پـيـنـر ۽ پـائـي ،
پـسـيـن نـه قـاهـي، جـا مـاريءَ سـنـڌي مـن ۾.



دو قانون دو نظام

# گلوبٹ سے لیکر گلو مری تک

حسن مجتبیٰ

یہاں ممی ڈیڈی انقلابیوں اور نوجوان سرویچ پیرزادو کیلیے دو مختلف قوانین تھے۔ ممی ڈیڈی انقلابی جنہوں نے اسلام آباد میں دھرنا دیا ہوا ہے جو کہتے ہیں کہ "دیکھو نہ! پولیس اگر ہمیں مارے گی تو انقلاب کیسے لائیں گے!" جو چاہیں حسن کرشمہ ساز کریں پورے اسلام آباد کو سر پر اٹھالیں

مگر پھر بھی سر آنکھوں پر بٹھائے جاتے ہیں۔ چاہے کینیڈین کنٹینر بند انقلابی پیچھے ہوں اور پولیس انکے آگے۔۔ لیکن سندھی نوجوان قوم پرست کارکن سرویچ پیرزادو کو اجل کے سادہ لباس ڈبل کیبن از غیبی گھوڑے سوار کراچی سے اٹھا کر لے گ ئے ہیں۔ تاہنوز نوجوان سرویچ پیرزادو کا اسکے اہل خانہ کو اسکے مقام پتے کا کچھ معلوم نہیں۔نہ اسکا جرم۔ سرویچ پیرزادو بھی ان سینکڑوں بلوچ اور سندھی نوجوانوں میں شامل ہے جو غائب کر دیے گ ئے ہیں۔اگر ان پر کوئی مبینہ جرائم کے الزامات ہیں تو انکو کسی عدالت کے سامنے پیش نہیں کیا جاتا۔ریاستی اغوا کار خود منصف اور خود ہی عدالت بنکر ان مین سے کئیوں کو ماورائے عدالت سزا دیتے ہیں۔ مسخ شدہ اور جلی ہوئی انکی لاشیں بھیجی جاتی ہیں۔نوجوان سرویچ پیرزادو کے گھر والوں اور رشتہ داروں کو بھی سرویچ کے بارے میں یہی خدشہ ہے۔وہ کہتے ہیں اگر سرویچ کسی جرم کا مبینہ مرتکب ہے تو اسے عدالت میں پیش کیا جائے اسکی گرفتاری اور نظر بندی کا مقام ظاہر کیا جائے۔ سرویچ پیرزادو کا والد اور شاہ عبدلطیف بھٹائی کے کلام کا یاد حافظ لطف پیرزادو، یہ عاشق سیلانی مسافر سرویچ کو ڈھونڈھنے کہاں جائے! سرویچ پیرزادو ممی ڈیڈی کلاس کا نوجوان نہیں۔

انقلاب اور آزادی کے نعرے کی عیاشی مملکت خداداد میں سندھی اور بلوچ نہیں کر سکتا۔اسی لیے سندھی اور بلوچ نہ اس دھرنے میں شامل ہے اور نہ ہی سندھی اور بلوچ کے مصائب و مسائل کا بھی کوئی تذکرہ ہے۔نہ انکے ساحل و وسائل کی لوٹ کھسوٹ کا کوئی ذکر۔بلکہ انکے زخموں پر مزید نمک پاشی یہ کہ مزید صوبے بنائے جانے کی باتیں کی جارہی ہیں۔سندھی اپنے صوبے کو محض ایک انتظامی یونٹ نہیں سمجھتے۔وہ اسے مادر وطن کا درجہ دیتے ہیں۔ایسے بھی سندھی اور بلوچ ہیں جو اسلام آباد سے ابتک انیس سو چالیس کی قرارداد کے مطابق

اپنے صوبائی حقوق کی آس لگائے بیٹھے ہیں۔انکے درد کا مداوا نیا پاکستان میں ہو گا کہ نہیں۔

مجھ سے کوئی کہہ رہا تھا کہ مدبر بلوچ رہنما غوث بخش بزنجو کو جوانی میں سو روپے کے نوٹ پر "ونیونٹ توڑدو" لکھنے پر چودہ سال قید کی سزا سنائی گئی تھی جبکہ پاکستان کے کرنسی نوٹوں پر اسکے بانی کی تصویر کے ساتھ قادری کے عقیتمندوں کی طرف سے نعرے لکھنے پر قانون دوسرا۔ بلوچوں کیلیے قانون بدلے ہی نہیں۔ بات در حقیقت یہ ہے کہ بلوچوں اور سندھیوں کیلیے اس ملک میں کوئی قانون ہے ہی نہیں۔ کیا گمشدگیاں کس مہذب ریاست کا تصور پیش کرتی ہیں؟ ملک کے بانی نے کہا تھا کہ کسی بھی شخص کسی عدالت قانون میں پیش کیے بغیر ایک سیکنڈ کیلیے بھی نظر بند نہیں رکھا جاسکتا۔ لیکن اسکی جگہ اب تحفظ پاکستان آرڈیننس۔ ایسے ظالمانہ قوانین سے پاکستان کا تحفظ نہیں ہوگا۔ یہی بات کئی عشرے قبل سابقہ مغربی پاکستان اسمبلی میں میاں افتخار الدین نے کہی تھی۔ یہی ستمبر انیس سو پچپن میں ونیونٹ بل لانے کے موقع پر انہوں نے کہا تھا کہ مرکز کا مطلب ہے اتحاد نہ کہ نفاق۔ یہی تمہارا مضبوط پاکستان پاکستان کو کمزور کردے گا۔ اب پھر صوبوں کی بات ہورہی ہے۔ سندھ کے حصے بخرے کرنے کی بات ہورہی ہے۔ نیا پاکستان میں سندھی اور بلوچ ایسے بیگانے ہیں جیسے سابقہ مشرقی پاکستان میں بنگالی بیگانے ہوتے تھے۔ اس پوری آزادی اور انقلاب کے چوروں کی بارات میں سندھی بلوچ بیگانے عبداللہ دیوانے ہیں۔ انکیلیے نواز شریف آئے تو کیا جائے تو کیا۔ انکے نوجوان غائب کر کر قتل کردیے جاتے رہے ہیں۔ پھر حکومت زرداری کی تھی کہ اب نواز شریف کی کہ کل عمران خان ٹینکوں پر چڑھ کر آئے۔ اس سے کیا فرق پڑتا ہے۔ گلومری سے لیکر گلوبٹ تک سندھیوں کے شب و روز ایک سے ہیں (گلومری سانگھڑ کا ڈاکو تھا جس نے انیس سونوے کے انتخابات میں تب کے وزیر اعلی جام صادق علی حق میں پولیس کی وردی پہن کر ٹھپے لگائے تھے۔ انیس سونوے کے انتخابات میں دھاندھلیاں ایک مانی ہوئی مسلمہ حقیقت تھی لیکن اسکی کوئی بھولے سے بات بھی نہیں کرتا۔ جو انتخابات چرائے گئے لوٹے گئے۔ یہی خورشید محمود قصوری تب اسوقت کی حزب مخالف پاکستان ڈیموکریٹک الائنس یا پی ڈی کے کی طرف سے کچا چٹھا یا قرطاس ابیض جاری کی گئی تھی کہ کسطرح بینظیر بھٹو کی پی پی پی (آجکی وڈیروں والی پی پی پی نہیں جو سندھ تک محدود رہ گئی ہے) کو ہرایا گیا تھا۔ اسی دستاویز کا عنوان تھا "انتخابات کیسے چرائے گئے۔" ان چرائے گئے انتخابات کے دوران اور قبل از انتخابات کی دھاندھلیوں کی بات کوئی نہیں کرتا۔ اسی بھی نہیں کہ کس طرح غلام اسحاق خان کے تحت جمہوریت کے خلاف سازشوں کے منبعے ایوان صدر اسلام آباد میں جنرل رفاقت کی سربراہی میں ایک خفیہ انتخابی سیل بنایا گیا تھا، اس منک کی تاریخ شروع ہی انتخابی دھاندھلیوں سے ہوتی ہے جب جی ایم سید کے خلاف مسلم لیگی امیدوار قاضی محمد اکبر کے حق میں دھاندھلیاں کروائی گئی تھیں۔ انیس سواڑتالیس میں ایک انتخابی عذرداری میں انتخابات کالعدم قرار دیے گئے اور پیر الاہی

بخش کو اپنی وزرات سے ہاتھ دھونا پڑ گ ئے تھے۔

لیکن جہاں قرارداد پاکستان کی اصل دستاویز بھی ملک کے گمشدہ شہریوں کی طرح غائب کر دی جائے وہاں ایک انار کی کی کوئی حد حساب نہیں ہوتے۔ پیارا پاکستان آجکل اسکے مکمل غلبے میں ہے۔ پچھلے دن طیاروں میں کسی ٹکٹ یافتہ مسافر کو جہاز سے اتارنے کا حق ساتھی مسافروں کو حاصل ہو چکا ہے۔ اب یہ وہ فیصلہ ایک طرح سے فضائی عملے کو یر غمال بنا کر کرتے ہیں۔ جیسا کہ گذشتہ دنوں ملک رحمان اور پی ایم ایل ون کے اقلیتی ایم این کے رمیش لال کے سابھ ہوا یہ سب کچھ دھرنا کلچر کا شاخسانہ ہے۔ ایک دھرنا بلوچوں اور سندھیوں کو بھی پر امن طور اسلام آباد کی ریڈ زون میں کرنے دیجیے۔ دادو کی دکھوں کی ماری ہوئی لڑکی اور اسکے والدین کے ساتھ اسلام آباد پولیس نے کچھ عرصہ قبل جو گستاپو گردی کی تھی وہ دھرنا گردی والوں کے ساتھ کرنے کا سوچ بھی نہیں سکتی۔

سندھیوں اور بلوچوں کیلیے قانون اور باقی ماندہ ملک کیلیے گویا شاید قانون اور ہے۔

ہونا تو یہ چاہیے تھا کہ دھرنے گردی والے مجموعے بمعہ اپنے لیڈروں کے دھرنے ملتوی کر کر پنجاب کے ان شہری اور دیہی علاقوں میں متاثر لوگوں کی مدد کو پھیل جاتے جہاں جہاں سیلاب نے تباہی مچائی ہوئی ہے۔ لوگ ہیں کہ خس خاشاک زمانوں کی طرح اپنے مال متاع، مویشیوں اور پیاروں کے ساتھ بہتے چلے جا رہے ہیں۔ ایسی صورتحال میں مہذب معاشروں کے حکمرانوں ورہنماؤں کیلیے چلو بھر پانی کافی ہوتا ہے۔

(18 سيپٽمبر تي روزاني جنگ ۾ شايع ٿيل)

# سرويچن جون مائرون اجا زندهہ آهن

## رڪيل مورائي

هو هڪ حسين ۽ ڳڀرو نوجوان هُئو ڪالهہ هو پنهنجي نالي جي سچ کي ثابت ڪري ويو تہ سرويچ ڪيئن ٿيندا آهن، هُو عربن کان ارغونن تائين ۽ تاتارين کان ترخانن تائين پنهنجو سِرُ وڍائڻ تہ سکيا آهن پر جهڪائڻ نہ سکيا آهن.

۽ اڄ هُن ڳڀروءَ جي ڇاتيءَ مان پار ٿيل گولين جا نشان ٻڌائن ٿا تہ هُن نسلي طور پيتائيءَ وتان اياز جي لفظن ۾ فقط هيءَ سبق سکيو هئو

اڇا نہ اوڍاءِ

رتا لاهي ڪپڙا،

هن جي اڃن ڪپڙن اوڍڻ جي عمر هئي ۽ هن کي اجا ڳاڙهي ٽوپي مٿي ۾ پائي ڳاڙها موڙ ٻڌي گهوٽ ٿيڻو هئو پر ان سڀ کان اڳ ئي هن کي رتائون ويس پارايو ويو.

هُن جي امڙ جي درد جو ڪاٿو ڪرڻ تہ ممڪن ئي ناهي پر ڳاڙهو گهوٽ ٿي، لاڙن لهڻ کان اڳ هُن جو ڳاڙهو ڪفن پائڻ، شايد ان ڪنهن بہ اک کان نہ وسري سگهي جنهن اک هُن کي هڪ پيرو بہ ڏٺو هئو دنيا جي پورهيتن کي گڏيندڙ ماسڪو جي پيغام هيٺ پلجندڙ شعور هيٺ هيءُ نوجوان اهڙو هئو جنهن آزاد وطن جا خواب لهڻ شروع ڪيا هئا.

اهو آزاد وطن جو خواب جيڪو ڇام ننڍي جو بہ هو تہ ديس کي غلام بڻائيندڙن سان وڙهندڙ دولهہ دريان خان جو بہ هو جنهن پنهنجي پنهي بهادر پٽن منڻ ۽ محمود خان سميت شهادت ماڻي هئي،

هيءَ اها آزادي هُئي، جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ مخدوم بلاول پنجاهہ هزار ويڙهاڪ گڏ ڪري ارغونن جي آڏو آيو هئو

هيءَ اها آزادي هئي، جنهن جي ڪنوار جو مڪ ڏسڻ لاءِ سنڌي ادائي سٺو سال سُک نہ سُتا هئا، جن ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جون ننڊون حرام ڪري ڇڏيون هيون ۽ جن جي ويڙهہ ڏسي پيتائيءَ فخر مان لکيو هُئو تہ:

پياري پاٽي، تيغون ڪندا تکيون

شايد ڀٽائيءَ جا پڙهندڙ سندس پيغام تي ائين ئي عمل پيرا آهن، جيئن سندس جيئري هئا.

اڄ جڏهن سنڌ جو آسمان ڳاڙهو آهي، تڏهن شايد هن ديس ۾ رهڻ وارن سيني ماڻهن کي محسوس ڪرايو پيو وڃي تہ انهن جي زندگي، فقط رائيفل جي هڪ گوليءَ جي قيمت جيتري آهي ۽ جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ هڪ کان وڌيڪ گوليون استعمال ڪرڻ جو سبب ڪهڙو آهي.

هو شايد وساري ويٺا آهن تہ جنهن قوم وٽ ڀٽائيءَ جهڙو شاعر موجود هجي، ان کي دنيا جي ڪابہ طاقت ختم ڪري نٿي سگهي.

اهڙو تجزيو سنڌين تي ڇٽن هزار سالن کان لڳاتار عام طور ۽ پارهن سئو سالن کان خاص طور آزمايو پيو وڃي، پوءِ بہ هيءَ قوم پنهنجي سمورين خوبين سان ڌرتيءَ تي موجود آهي، ڇا انهيءَ کي شابس نہ هجي، جنهن اڄ بہ پنهنجي اهم سڃاڻپ سرويچيءَ تان هٿ نہ کنيو آهي، لطف پيرزادي جي هيٺين اکين جا ڳوڙها، ڪهڙي ملهہ ۾ ڪٽي سگهبا؟ فقط شاهہ سائين جون سٽون ان جو عيوضيپڻو ادا ڪن ٿيون.

ڀڳو آنءُ نہ ڇوان، ماريو تہ وسهان،

سمون وسهڻ جو نہ آهي، ڳوڙهن ڳاڙڻ جو آهي، ڳوڙها جيڪي دل جو بار هلڪو ڪندا آهن ۽ وري انسان ۾ جيئڻ جو اتساهہ جاڳائيندا آهن.

اسين سڀ پنهنجي سرويچن جا موڙ سانڍي رکنداسين جيڪي ان ڳالهہ جي شاهدي ڏيندا تہ اسانجي سرويچن جي مٿن تي هيءُ موڙ نہ پهچي سگهيا، هنن موڙن پڌڻ کان اڳ اسانجي سرويچن، ڀٽائيءَ جي سٽن ۾ رڻ سين لائون لڌيون.

پر اسان جي دشمن کي اها ڳالهہ نہ وسارڻ گهرجي تہ:

توجا پاڻي اڇ، تنهن پاڻيءَ پنا ڏينهڙا

اسان سيني جا ڳوڙها، سرويچ جي امڙ جي ڳوڙهن سان گڏجي هڪ ٿي ويندا، جيستائين اسانجي اکين ۾ ڳوڙها آهن تيستائين اسين گڏ آهيون، اسان جا ڏک ۽ سک گڏ آهن تڏهن تہ ڀٽائي اسان کي چوي ٿو

اڇو سورن واريون، ڪريون سور پچار
ڪنين گهٽا، ڪنين ٿورڙا، ڪانهي سورن ڏار
ڏنا جي ڏاتار مون جهولي پائي جهليا

اسين سڀ پاڻ سان ڌڪ وندبيون ٿا. ڇاڪاڻ ته اسين سڀ ڌڪايل آهيون
پر اهو ڌڪ سرويچ جي امڙ سان وندبيون نٿا، هُن جو ڌڪ اسين ونڊ چاهيون ٿا،
جيڪڏهن ممڪن هجي!

( 2 ڊسمبر 2014 تي روزاني عوامي آواز ۾ شايع ٿيل )

# سرويچ پيرزادي جي قتل جي
# پٽائي کي دانهن

## عبدالخالق مغيري

***اڄڪلهه*** سنڌ جي مين اشوز تي ڳالهه ڪجي ته سنڌ جا پرنڌڙ اشو قومي ڪارڪنن کي کنيي گم ڪرڻ بعد انهن کي اذيتون ڏئي تشدد بعد سندن ڇچريل لاش اماڻين ٿا. سنڌ ۾ گذريل چئن ڏينهن کان وٺي روزاني قومي ڪارڪنن جا لاش ملن ٿا جنهن سبب سڄي سنڌ مسلسل 4 ڏينهن کان بند پيل آهي. تازو ئي لطيف جي پارکو ۽ اديب لطف پيرزادي جي نوجوان پٽ سرويچ پيرزادي ۽ سندس هڪ دوست واجد لانگاهه جا تشدد ٿيل ۽ ڳوليون لڳل لاش نوري آباد ويجهو هٿ آيا آهن. سرويچ پيرزادي جي جنازي نماز کان پوءِ هر اک آلي هئي جڏهن ته شهيد سرويچ پيرزادي کي لطيف جي بيتن سان پيتا ڏئي مٽي ماءُ جي هنج ۾ سمهاريو ويو. هونءَ ته جنهن گهر ۾ جوان پٽ جو لاش ايندو آهي ته ان جو پيءُ صدمي ۾ بيحال بڻيل هوندو آهي پر مون جڏهن شهيد جي پيءُ لطف پيرزادي کي ڏٺو ته هن جي چهري مان ٻي ڪيفيت ظاهر پئي ٿي هر وقت هو روئڻ بجاءِ پٽائي جا بيت پڙهي رهيو هو جڏهن ته تعزيت وصول ڪرڻ وقت به ماڻهن کي پٽائي جا بيت ٻڌائي پيو. زندگي ۾ پهريون ڀيرو مون لطف پيرزادي کي پٽائي جي شڪل ۾ ڏٺو جڻ ته پٽائي سندس جسم ۾ داخل ٿي ويو هجي. پٽائي جي ڳالهه ڪجي ته موهن جي دڙي جي پر ۾ آباد ڳوٺ پلهڙيجي جو نالو لٽل ماسڪو رکيو ويو. جنهن عظيم شخصيت جو ذڪر ڪندس ته اهوان ڳوٺ جو هيرو ۽ لطيف جو پارکو مرحوم انور پيرزادو هو جنهن جي بدولت ڳوٺ پلهڙيجي ۾ مرد ۽ عورتن ۾ تعليم عام ٿي. هن ڳوٺ ۾ لڳ ڀڳ 99 سيڪڙو عورتون پڙهيون لکيون آهن جڏهن ته ڳوٺ پلهڙيجي جي هر هڪ دڪان ۽ هوٽلن تي پٽائي جا بيت لکيل مون ڏٺا ننڍي ٻار کان وٺندي جوان ۽ پوڙهن جي واتان مون پٽائي جا بيت پڙهندي ٻڌا. اتي ائين پئي محسوس ٿيو ته ڄڻ ته هي ڪو لطيف سرڪار جو ڳوٺ هجي، جنهن ڳوٺ جي هڪ نوجوان سرويچ پيرزادي کي وطن دوستيءَ جي الزام تحت ڳجهن ادارن ٻاران کنيي وڃڻ بعد ۾ ان جو تشدد ٿيل لاش هٿ اچڻ مان ائين ٿو ثابت ٿئي ته انهن ادارن وارن کي اها ڄاڻ نه هئي ڇا ته هي ڪي لطيف سرڪار

جي ڳوٺ ٻلهڙيجي جا آهن. اگر سرويچ پيرزادي کي دهشتگرد چئجي ته ڇا ڀٽائي به دهشتگرد هو؟ هر گز نه. ڀٽائي ته پنهنجي بيتن ۾ شاعري ذريعي محبت جو درس ڏنو. ڇا لطف پيرزادي جو پٽ هنن کي دهشتگرد ٿي نظر آيو؟ اها انهن جي سراسر ڀل آهي لطف پيرزادي پنهنجي پٽ جي آزادي لاءِ پنهنجي ٻارن ٻچن سميت پٽ ڏٽي تي ويجي لطيف سرڪار کي دانهن پئي ڏني هئي ته منهنجي ٻچڙي کي بيگناهه کنيو ويا آهن. لطف پيرزادي جي دانهن ۾ ايڏو ته درد شامل هو جو هر وقت مون کي سرويچ جو خيال ايندو هو ته سرويچ کي ڪڏهن ٿا آزاد ڪن پر ان جي ابتڙ نوجوان سرويچ پيرزادي جو تشدد ٿيل لاش هٿ آيو. لطف پيرزادي پنهنجي پٽ جي آزادي لاءِ عدالتن جو به در ڪڙڪايو عدالتن پاران پٽ جي گم ٿيڻ جو ٿاڻي تي ڪيس داخل ڪرڻ جو پڻ حڪم ڏنو هو پر اتي ٿاڻي وارا به ڪيس داخل ڪرڻ کان لنوائي رهيا هئا بل آخر عدالت جي پريشر کي نظر ۾ رکندي ٿاڻي جي پوليس عملدارن سرويچ پيرزادي جو ڪيس صرف گم ٿيڻ جو درج ڪيو پر سندس وارث رڙيون ڪندا رهيا مگر پوليس وارن سندن هڪ به نه ٻڌي نتيجن نوجوان پٽ جو تشدد ٿيل لاش اماڻيو ويو. لطف پيرزادي اهو به محسوس ڪيو ته ڳجهن ادارن جا ماڻهو عدالتن کان به مٿانهان آهن. هن پنهنجي وس آهر نوجوان پٽ جي فرياد بجاءِ عدالت، ڪورٽ ڪچهرين ۾ ٿاڻن تي دانهن ڪٽي وڃڻ جي سندس چوڻ موجب ته منهنجي دانهن لطيف سرڪار وٽ آهي ۽ منهنجي فرياد به اتي آهي ۽ منهنجو فيصلو لطيف سرڪار خود ڪندو اتي مون کي مرحوم انور پيرزادي جو نظم ياد ٿو اچي ته

*اي چنڊ ڀٽائي کي چئجان*
*جنهن رات ۾ تي تو بيت چيا*
*سا رات اڃا به جاري آ*

اڄ سرويچ پيرزادو جسماني طور تي ته اسان کان هليو ويو آهي پر روحاني طور تي هو هميشه اسان سان گڏ رهندو ڇاڪاڻ ته سندس مڙهه سخي جمال شاهه جي قبرستان ۾ آهي ۽ سخي جمال شاهه ٻلهڙيجي واسين لاءِ اهو مقام آهي جتي 24 ڪلاڪ ڀٽائي جا بيت پڙهيا پيا وڃن، اتي پنهنجي شاعري ذريعي ڀٽائي اگر زنده آهي ته پوءِ سرويچ پيرزادو ڪيئن ٿو مري سگهي.

( 3 ڊسمبر 2014 تي روزاني عوامي آواز ۾ شايع ٿيل )

# چچريل لاش ۽ اسان جي ذميواري

سجاد شر

**سنڌ** جيڪا اچ عيسي جيان چوڪنيي صليب تي لٽڪيل آهي، هڪ پاسي سمنڊ ۾ دريائي پاڻي نہ وڃڻ ڪري ساحلي ڌرتي ڪاڇي پئي ۽ ذولفقار آباد جهڙا اجگر آهن تہ ٻي پاسي بدترين حڪمراني ۾ پنهنجن شهرن مان ڌرتي ڌڻين لاءِ ڌڪار آهي تہ ٽئين پاسي بدامني، بک ۽ بدحالي آهي تہ چوٿين پاسي سنڌ جي شعور کي ڪچليو ۽ ڪٺو پيو وڃي. ڪالهہ واري انهي سنڌ جنهن تهذيبن جي ماءُ موهن جي دڙي جي اهڃاڻن ذريعي ثابت ڪيو هو تہ سنڌ جا ماڻهو پنهنجي سياءُ ۽ انداز رهڻي ڪهڻي ۾ ايترا تہ مهذب هئا جو اڄ پنج هزار سال گذرڻ ۽ ٽيڪنالاجي جي ٻي بها ترقي باوجود بہ قومن ان جي اڌ جيتري بہ ترقي ناهي ڪئي پر افسوس! ائين مورا پنهنجي ڪتاب ۾ جنهن سنڌ کي اقوام عالم تهذيبن جي ماءُ قرار ڏنو هو اڄ انهي سنڌ ۾ بکن ۾ پاهہ سوڊان، روانڊا ۽ ٻين آفريڪي ملڪن جيان هڪ پاسي ٽر ۾ بہ معصوم ٻار تہ ٻي طرف شعور جي انتها تي پهتل قوم جي بهتر ۽ ڀلائي جي راهہ تي هلندڙ قومي ڪارڪنن کي ٻي موت ماريو ۽ ڪٺو پيو وڃي. سنڌ جا عام ماڻهو روڊن رستن، وستين واهڻن ۽ شهرن ۾ غير محفوظ آهن تہ ٻئي پاسي مادرِ علمين جي پڙهيل لکيل شاگردن کي ڪنيي ڪٽي مهينن جا مهينا غير انساني تشدد ڪري سندس لاش ويرانين ۾ اڇلايا پيا وڃن. ٽي مهينا اڳ 15 آگسٽ تي حيدرآباد مان ڏينهن ڏٺي جو گرفتار ڪيل آصف پنهور جو تشدد ٿيل لاش باقراڻي جي جهنگ مان مليو آهي.جڏهن تہ 11 سيپٽمبر تي ڪنييل شهيد سرويچ پيرزادو ۽ واجد لانگاهہ جا تشدد ٿيل لاش ڪالهہ نوري آباد مان مليا آهن پر قصو اتي دنگ نٿو ڪري ساڳئي ڏينهن ئي منجهند ڏاري حب جي ويجهو فهيم پٽو ڪريم ميمڻ ۽ الهوڏايو مهر کي لونڊڙي وٽ گولين هڻي اڇلايو ويجي ٿو جنهن مان فهيم ۽ ڪريم تہ جام شهادت نوش ڪن ٿا باقي الهوڏايو مهر سخت زخمي

حالت ۾ سول اسپتال ڪراچي پهچي ٿو سا ڳيا قاتل وردين ۾ ملبوس انڪي ماڻهن ۽ ميڊيا جي سامهون ڪنپٽي ڪٽي وڃن ٿا..!!! هاڻي ته سنڌ اندر سنڌ جي حقن جي ڳالهه ڪندڙ سنڌ دوست عالم به محفوظ ناهن ڊاڪٽر خالد محمود سومري جي شهادت ثابت ڪري ٿي ته جيڪو ڪنڌ ڪڇندو اهو رياست کپيندي دير نه ڪندي ڪالهه جن بنگالين جي نسلن کي تبديل ڪرڻ جي ڳالهه تي ڪئي ۽ ماڻهو نه ڏرتي گهرجي جي نعري هيٺ جيتامڙن بنگالين جي لکين ماڻهن کي ماريو ۽ ايتري ئي وڏي تعداد ۾ عورتن جي عصمت دري ڪئي هئي. اڄ اهي لال قلعي تي جهنڊي ڦڙڪائڻ جا شيدائي بلوچن جي سار لهڻ کان پوءِ سنڌ اندر آدم بوءِ آدم بوءِ ڪندي ڪاهي پيا آهن. هنن سنڌ جي خوشحالي بقا ۽ سلامتي لاءِ سوچيندڙ دماغن انهن تي بيهاريندڙ دلين ۽ زبان سان لڳندڙ نعرن کي روڪڻ لاءِ نوجوانن کي دلين ۽ دماغن سان گڏ آصف پهنور،وحيد لاشاري،شهيد سرويچ پيرزادو،واجد لانگاهه،فهيم پٺو،ڪريم ميمڻ کي وات ۾ گوليون هڻي نه کپي جي صدا کي بند ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي آهي. شعور جي بلندين تي پهتل جاندارن مان انسان بڻيل آدم جنهن شئي کي شعوري آڌار تي بهتر سمجهي ٿو انهي کي ان آئيڊيالاجي تان روڪڻ ناممڪن آهي انهي ڪري هو جهري ته سگهي ٿو پر جهڪي نٿو سگهي.

نومبر پهرين هفتي کان هن مهل تائين ڪارڪن جا تشدد ٿيل لاش مليا آهن ، پنهنجي منهن "ميان مٺو" بڻيل لٽيرن کان ڪير ته پڇي ٻاٽ اونداهي کي ختم ڪرڻ لاءِ نڪتل شڪيل ڪونهاري، روشن بروهي، پريل شاهه ۽ آصف پنهور مٿان ڪهڙا ڪرمنل چارجز هئا جن جي ٽرائل جي ضرورت به هنن محسوس نه ڪئي، جڏهن ته سو کان وڌيڪ معصوم ٻارن کي ماريندڙ جاويد اقبال وقت جي وزير اعظم کي قتل ڪندڙ لاءِ به نام نهاد ڪورٽن ۾ ڪيس هليا پر هنن شاگردن، قومي ڪارڪنن لاءِ ڪنهن به منصف ۽ ڪورٽ جي ضرورت نه ٿي پوي. شڪيل ڪونهارو فرسٽ ييئر جو شاگرد هو ۽ آصف پنهور فائيل ييئر ۾ پڙهندو هو هنن جو ڏوهه اهو هو ته هنن پنهنجي پڙهائي سان گڏوگڏ ڪنهن نرم آواز تي هر ڪڻ بجاءِ علام آءِ آءِ قاضي ۽ جيجي ايلسا قاضي جي قبر مان اتساهه وٺي ڌرتي

ڏٿين جي حقن جي ڳالھہ تي ڪٿي، انهي ڪري ڳيروئن جا لاش اڇلايا ويا. سنڌ جي اجتماعي شعور کي ڇا ٿي ويو آهي، سنڌ جا دانشور ڏاها کھڙي ڪنڌ ۾ ستا پيا آهن. انهن کي پوتارڪي ڪلچر سان پرپور اقتدار ڏٿين کان پڇڻ گھرجي تہ هي چچريل لاش ملڻ جو سلسلو ڪڏهن بند ٿيندو؟ اسان جي ماڻهن کي سوچڻ گھرجي تہ ڍاڪا يونيورسٽي ۾ پاڪستان جي باني جي مخالفت ڪرڻ سبب ماريل ڇٹن بنگالي شاگردن جي مالڪي ڪندي قوم ميدان تي نڪتي هٿي پر افسوس ان تي ٿٿي تو تہ سنڌ جي خوشحالي، سلامتي، آزادي ۽ بقا لاءِ ڪٿي گم ڪيل آصف پنهور جي پارٽي ۽ ان جي سنڌ يونيورسٽي ۾ پڙهندڙ پيڻ ۽ سندس سهيلون احتجاج ڪن ٿيون انهن سان يونيورسٽي کي ڇانوٽي بڻائي ويٺل فورسز جو ورتاءُ ڪنهن کان ڳجهو ناهي، ميڊيا ذريعي هنن خاڪي وردي وارن جو نياڻين سان سلوڪ ميڊيا پڻ ڏيکاري چڪي آهي. باوجود ان جي استادن جون مافيا نما تنظيمون آخر ڪھڙي مرض جي دوا آهن! اهي استاد ڪيڏانهن ويا جن ڇتي ضيائي مارشل لاءِ دوران نوجوانن کي پنهنجي گھرن ۾ پناهون ٿي ڏنيون پر هن استادن جي تنظيم کي مافيا لکڻ تي مجبور بڻجڻو پوي ٿو ڇو تہ هنن کي پنهنجا حق تہ سمجھہ ۾ اچن ٿا پر سندن روحاني اولاد، سندن اکين آڏو ڪنهنجي پٺي وچي پر پوءِ بہ بہ اکر ڳالهائڻ لاءِ تيار ناهن. ڪنهن رٽائرڊ پروفيسر جي مرڻ تي سنڌ جي تعليم سان سنگين مزاق ڪيو وڃي ٿو سنڌ يونيورسٽي بند يونيورسٽي سڏجي ٿي، مهينن لاءِ مڪلي جو ڏيک ڏيڻ لڳي ٿي. استادن جي ان تحريڪ جو نتيجو ڇند ترقين، پلاٽن تي ختم ٿيو وڃي ٿو اهي استاد جيڪي قوم کي شعور ڏيڻ جا پابند آهن، انهن هزارين شاگردن جي مستقبل سان سنگين مزاق ڪندي سندن ڊگرين ۾ ڇهن مهينن جو اضافو ڪري ڇڏين ٿا يعني ڇٹن سالن جي ڊگري ساڍن ڇٹن سالن ۾ وننددڙ نوجوان جو مستقبل روشن بجاءِ انداهو ٿي وڃي ٿو پر هنن جي ڪن تي جونءِ بہ ڪونہ ٿي چري، آخر ڇو؟ سنڌ يونيورسٽي ۾ شاگردن جي جهيڙي ۾ اگر ڪو ڃمي بہ ٿٿي تہ معززين استاد صاحبان جو چين آرام ختم ٿي وڃي ٿو پر هي سنڌ جا معصوم شاگرد جيڪي پنهنجي مائرن پينرن جي خوابن جي ساپيان لاءِ گھر کان ڪوهين ڏورعلم جي

پياس بجهائڻ نڪتا هئا انهن جڏهن رهجي ويل ويل منظر بجاءِ او شوخ هوا، او شوخ هوا واري فلسفي کي سمجهيو تہ سنڌ وطن جي سياست لاءِ ڪاهي پيا، اهڙن عظيم انسانن جو قدر معاشري مٿان لازمي هجي ٿو. قوم سنڌ يونيورسٽي جي معزز استاد صاحبان کان سوال ڪري ٿي تہ شهيد افضل پنهور، شهيد شڪيل ڪونهارو، شهيد آصف پنهور جن کي رياستي ادارن ڪنهن ڪٽي گم ڪري سنڌن لاش اڇلايا، اوهان مان گڏيل طور يا اڪيلي سر ڪنهن جدوجهد يا تحريڪ هلائڻ تہ پري رهيو پر ڳالهائڻ جي جسارت ڪئي؟ بلڪل بہ نہ!!!

تاريخ گواهہ آهي جنهن بہ پنهنجو حال قربان ڪيو آهي يقينن انهن جي بهتر مستقبل جي نويد ڪيس ضرور ملي آهي. 1948ع کان هن يونيورسٽي مان لکين شاگرد پاس آئوٽ ٿي ڊگريون کڻي نڪتا آهن ۽ پلي جو اهي جيئرا بہ هجن پر پنهنجي لاءِ هوندا! اسين سڀ ڄاڻو ٿا تہ سوشل سائنس پنهنجي.لاءِ جيئندڙ کي جانور ڪوٺيو آهي، باقي جن محبت پائي من ۾ رندا روڙيا آهن، انهن جي عمل جي تور ناهي ٿي. جيڪي هنن ڏنو آهي؛ سوا گهيو آهي. سينٽ اسٽيفن، جون آف آرڪ، حضرت امام حسين، راجا ڏاهر، دودو سومرو، ارسطو شاهہ عنايت شهيد، سائين جي ايم سيد سميت لاتعداد شخصيتون ڪوڙين ڪن سلام اڄي اڳهہ ان جي، واري ڳالهہ جيئن، نهيون ٿي تڏهن، جڏهن انهن رات ڏينهن قربان ڪرڻ سان گڏوگڏ جان بہ مقصد تان گهوري ڇڏي.

اسان جي قوم جي باشعور هجڻ جو راڳ هر ڏر، هر تنظيم ۾ دانشور طرفان الاپيو وڃي ٿو پر انهي باشعور قوم سميت ميڊيا مڪاني نظام ۾ جدا صوبي جهڙن ڪوڪلن نعرن تي پڙڪو ڏيئي اٿي پئي ٿي پر ڪين اهو احساس ناهي تہ وطن ۾ قوم هڪ بئي لاءِ لازم ملزوم هجن.ٿا. ڏرتي رهي ۽ ڏرتي ڌڻي نہ رهن تہ خالي زمين ڪهڙي ڪم جي آهي؟ هي ڇچريل لاش اڄ ٻن فگرس ۾ پهتا آهن اگر اهو سلسلو جاري رهيو تہ انهن ۾ عددي حساب سان سون، هزارن ۾ لکن جو اضافو اٽڪر ٿيندو پوءِ اوهان ڇا ڪندا؟ اوهان پلي ڪنهن گدڙ پيڪي تي اٿو ٿا اهو بہ غلط عمل ناهي پر هي جيڪي سنڌ جا معصوم ڳڀرو نوجوان ماريا پيا وڃن اهي بہ اسان جي وجود

جو حصو آهن. پنهنجي وجود جي ڪنهن حصي ۾ تڪليف هجي ته اسان کي ان جو اونو لازمي ڪرڻو پوندو. هنن نوجوانن پاڻ کي سر ڏيئي سرخرو ڪيو آهي، انهن سان فرق واري روش ان ڪري روا رکي وڃي ته اهي ڪنهن تنظيم سان لاڳاپيل آهن، ته اها اسان جي ذي شعور جي نشاني آهي. شعور ته شعاع جيان هوندو آهي جنهن جي روشني ماڻهو کي منور ۽ مالامال ڪندي آهي. انهي ماڻهپي جي تقاضا آهي ته سنڌ جي سياسي قومي پارٽين دانشورن، سول سوسائٽي، استاد تنظيمن سميت سيني فورمن کي آواز اٿارڻ گهرجي ڇو ته هي سلسلو سرويچ جي شهادت تي رڪيو ناهي پر ڪالهه به مهراڻ يونيورسٽي جو معصوم شاگرد ڪمليش ڪمار کنيو ويو آهي. سندس جان کي پڻ خطرو آهي. اڄ به رياست جي بندي خانن ۾ روحل لغاري، علي ڪاڪيپوٽو امر فياض سميت ڪيترائي نوجوان قيد آهن انهن تي تشدد ڪيو پيو وڃي. ڪٿي ائين نه ٿي ته اسان جي خاموشي سبب رياستي ادارا سندن لاش به ويرانين جي ور چاڙهي ڇڏين. ان ڪان اڳ اسان سيني کي آواز اٿارڻ گهرجي ڇو ته هي سڀ اهي نوجوان آهن، جن وطن جي سياست کي ايمان جو جز بڻايو آهي. ان ڪري " سچڻ ۽ ساٺيهه ڪنهن اٽاسيءَ وسري " واري ڪسوٽي صرف انهن مرندڙ نوجوانن تي لاڳو ڪونه ٿي ٿئي پر ان جي دائره ڪار ۾ اسين سڀ اچون ٿا، ان ڪري اسان سيني کي ذميوار ٿيڻو پوندو. شهيدن لاءِ ڪنهن شاعر ڇا ته خوب چيو:

ٿيا جي قوم تان قربان
انهن جا هن لکين احسان

(3 ڊسمبر 2014 تي روزاني عوامي آواز ۾ شايع ٿيل)

# سرويچ پٽ ۽ سرويچ پيءُ کي پيتا ۽ پيتائي جي تعزيت

زرار پيرزادو

***نوري*** آباد لڳ پهرين ڊسمبر جي رات ڦٽو ڪيل، مٽي ۾ لڳل گولي، بجلي جي ڪرنٽ سان هٿن ۽ پيرن جون ڪاريون ٽيل آڱريون، هٿن ۽ پيرن جا ڪٽيل ننهن، ڊرل مشين سان سوراخيل گوڏا، چچريل پُٺي ۽ نيل جسم وارو لاش هٿ آيو هو جيڪو پيتائي جي فقير لطف پيرزادي جي سرويچ پٽ جو هو.

11 سيپٽمبر تي ڪراچي جي صدر واري علائقي مان ڊيوٽيءَ تان موٽندي کنيجي ويل هن ڳڀرو جوان 80 ڏينهن ۾ 80 راتيون ٽارچر سيل ۾ پل پل پئي تشدد ۽ عذاب سٺا هُيا جنهن جي گواهي سندس مڙهه پئي ڏني.

ماڻهو ته اتفاقي لڳل گولي يا ڪنهن اوچتي واقعي ۾ مري وڃڻ سان به شهيد سڏبا آهن پر سرويچ جي شهادت حقيقي معنيٰ ۾ شهادت هُئي.

هو جيئري ئي پنهنجي ان شهادت جون ڳالهيون ڪندو هو. گهر وارن کي انهيءَ صدمي لاءِ پئي تيار ڪندو هو ۽ چئي ويو هين ته "منهنجي لاءِ نه روئجو چاڪاڻ ته مان ڪنهن بيماري يا حادثي ۾ اجايو مرڻ نٿو چاهيان پر سنڌ لاءِ سِر ڏيندس. ان ڪري منهنجيٰ شهادت تي مبارڪون وصول ڪجو روئجو نه..."

۽ هاڻي سندس امڙ کي واقعي به سڄي سنڌ مان اهڙي سرويچ پٽ ڄڻڻ تي مبارڪون ملي رهيون آهن.

ان جي معنيٰ ته سرويچ سنڌ تان سِر ڏيڻ لاءِ ئي پيدا ٿيو هو. شهادت سندس مقصد به هو خواب به هو ته منزل به هُئي، هو دنيا اندر به ملهائي ويو ڏاڍن سان مقابلو ڪيائين ۽ اڻ موت تي تاريخ ۾ شهادت جو رتبو به ماڻي ويو.

پيتائي، سچل ۽ ٻين عظيم سنڌي شاعرن اهڙن سرويچن کي ئي ته پنهنجن ڪلامن جو موضوع بڻايو آهي ۽ ساراهيو آهي ته:

سِر ڍونڍيان ڏڙ نه لهان، ڏڙ ڍونڍيان سر ناهه،
هٿ ڪرايون آڱريون ويون ڪپجي ڪانهن،
وحدت جي وهاڻ جي ويا سي وڍيا.

جـي لـوڻ لڳـيـن لائـيـن ڇـيـري ڇـيـري ڇـم
مـون ڪـر اڳـي نـہ ڪـيـو اهـڙو ڪـوجـهـو ڪـم،
جان جان دعوي دم، تـان تـان پـرت پـنـهـوار سـيـن.

سـورهـيـہ مـريـن سـوڀ کـي تـہ دل جـا وهـم وسـار،
هــڻ ڀــالا وڙهـــ پــاڪـــريـــن آڏي ڍار مَ ڍال
مــتــان تــيــغ تــراں مــار تـــہ مــتــارو ٿــئــيــن

سرويچ ۾ جينز هو لطف جو، لطف جي جينز ۾ هو پٽائي ۾ شاهہ عنايت، ائين سرويچ هو تسلسل مزاحمت جو. هن شعوري طور مزاحمت جو اهو رستو اختيار ڪيو هو. هن کي خبر هئي تہ ان جو انجام شهادت آهي ڇاڪاڻ تہ "تي تنين سي ڏيـٺ، موتڻ جنين مٺو"

زندگي سهائڻ، ماءُ پيءُ پاڻ پينر، رت جا اڻ ٽٽ رشتا سهائڻ جي همت ۽ حوصلو تڏهن ٿي پيدا ٿيندو آهي جڏهن ڪنهن جو ڪنهن عظيم مقصد سان نينهن لڳي ويندو آهي. پوءِ عاشقن لاءِ هي دنيا ترڪ ڪرڻ ڪڏهن بہ ڪو مسئلو نہ رهيو آهي ۽ هيءُ سنڌ جو عاشق هو.

ائين بہ ناهي تہ هن رڳو پنهنجي جان قربان ڪئي آهي پر ان سان گڏوگڏ هو هڪ پيغام ۽ آدرش بہ ڇڏي ويو آهي. ساهہ ڏئي ويساهہ بحال ڪري ويو آهي. جيڪو ناپيد ٿي ويو هو. . .

ششدر تہ ماڻهو سرويچ جي پيءُ تي بہ ٿيا آهن تہ هيءُ ڪئين ايڏي صدمي ۾ اوچي ڳاٽ پٽائي جي بيٽن سان پاڻ کي اظهاري رهيو آهي، هي سنڌس اندر جي آخر ڪهڙي غيبي طاقت آهي؟ پر جيڪي ماڻهو لطف جي پٽائي سان انسيت ڄاڻن ٿا سي بلڪل بہ حيران ناهن.

لطف سڄي ڄمار پٽائي جي درگاهہ تي پٺي حاضري ڏني آهي. پر هيل لڳي ٿو تہ پٽائي صاحب پاڻ لطف سان پيڙ ڪنيو آهي جيئن ئي سرويچ شهادت ماڻي آهي تہ پٽائي صاحب جڻ تہ پنهنجي درگاهہ مان نڪري لطف جي اندر ۾ وچايل تڏي تي اچي ويهي رهيو آهي ۽ لطف جي پٽ جي پاڻ تعزيت وصول ڪري رهيو آهي

لطف کي پاڻ بہ سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ هو تہ 8 سالن کان وچڙيل پنهنجي

مامي انور پيرزادي تي اچا تائين به لفظ به نٿو ڳالهائي سگهي تنهن جي زبان کي هيءَ شڪتي ڪٿين هٿ اچي وئي آهي.

لطف چئي ٿو ته مونکي جيئڻ ته اظهار لاءِ پنهنجا لفظ ناهن تنهن ڪري ڀٽائي جي سٽن ذريعي ئي مان ڳالهائي سگهان ٿو. ان ڪان وڌيڪ مناسب لفظ مون وٽ ته آهن ئي نه.

لطف کي چڱيءَ ريت معلوم آهي ته سندس زبان ڪنهن جي آهي ۽ ڪير ڳالهائي رهيو آهي. اهو ڀٽائي صاحب آهي جيڪو لطف بدران ڳالهائي رهيو آهي. اصل ۾ هيءَ ڀٽائي صاحب جو ڏکيءَ ويل ۾ لطف سان ڪنيل پير آهي ٻيو ڪجهه به ناهي.

جيڪڏهن ڀٽائي نه هجي ها ته لطف جي دردن ماريل ان دل لاءِ هيءَ صدمو برداشت جوڳو ئي نه هجي ها پر هن کي درد، ماتم ۽ احتجاج اورڻ لاءِ ڀٽائي ملي ويو آهي.

ڀٽائي جا شعر بي ساختا سندس زبان مان نڪرندا پئي ويا ۽ هو سرويچ پٽ جو اڌول پيءُ ٿي نروار ٿي آڏو آيو آهي.

لطف جي سڄاڻپ جو حوالو رڳو ڀٽائي مهين جو ڏڙو ۽ سرويچ پٽ جو سرويچ پيءُ هجڻ ئي ناهي پر هن جون سياسي ۽ سماجي ڪيتر ۾ به وڏيون خدمتون ۽ قربانيون آهن.

هن ضياءَ جي ڪاري مارشل لا ۾ جمهوريت جي بحالي لاءِ مزاحمت به ڪئي، جيل به ڪٽيا ته ڪوڙا به کاڌا.

مئڊم مهتاب اڪبر راشديءَ ته اسيمبليءَ ۾ حڪومت کي سرويچ جي ڪيس ۽ لطف پيرزادي جي جمهوريت جي بحالي لاءِ کاڌل ڪوڙن واري قرباني به ياد ڏياري هُئي پر حڪومت پوءِ به ڪجهه نه ڪيو.

سو نوٽ ڪرڻ جي ڳالهه اها آهي ته جنهن جمهوريت جي بحالي لاءِ لطف مزاحمت ڪئي، جيل ڪٽيو ۽ ڪوڙا کاڌا تنهن جمهوري حڪومت ۾ سندس سرويچ پٽ کي ٽارچر سيل ۾ اذيتون ڏئي ماري سندس لاش رستي تي ڦٽو ڪري اڇلايو ويو. شيم شيم شيم...

( 5 ڊسمبر 2014 تي روزاني عوامي آواز ۾ شايع ٿيل )

# لٽل ماسڪو جو مسافر

## اعجاز منگي

***سنهڙو*** نڪ، سڌا وار، پورو رنگ، پريل آواز ۾ هنج اڏار هائي!! اهو ڇوڪرو نه به پڌائي ته به پنهنجي روپ سروپ مان ان پلهڙيجيءَ جو پار تي لڳو جنهن کي پيرزادن سرد جنگ جي دور ۾ "لٽل ماسڪو" بڻائي ڇڏيو هو!!

اهو لٽل ماسڪو، اها پلهڙيجي جتي مارڪس ازم ۾ لطيفي لات، ساز ۾ آواز وانگر وڄندا هئا. اهو ڳوٺ رسول حمزاتوف جي داغستان وانگر پهاڙي نه هو. اهو هڪ ميداني منظر هو. دز پريل هوا جي ڪائي مان نظر ايندڙ اهي ڪچا پڪا گهر، جيڪي مسلسل وڏي رهيا هئا. جنهن جي گهٽين ۾ ٻار ۽ ٻڪريون پنهنجي منهن هلندا ويندا هئا. جتي ڪوئي ڪنهن کان پردو نه ڪندو هو.

جتي انقلابين جا مختصر قافلا قيام ڪندا هئا. جيڪي ڪچين اوطاقن ۾ پڪيون ڪچهريون ڪندا هئا. انهن جي گفتگو ان ٿرندڙ ورلڊ گلوب جهڙي هوندي هئي، جنهن تي ڪڏهن سوويت يونين اڀري ايندو هو ته ڪڏهن ايلسلواڊرو! ڪڏهن آفريڪا جو لبيا ته ڪڏهن ايشيا جو افغانستان ۽ ايران!!

پاڪستان ته ڪنهن ڪاٿي ۾ ئي نه هو. اتي چين ۽ روس جي نظرياتي اختلافن جو رياستي مفادن جي پس منظر ۾ جائزو ورتو ويندو هو. اهي ماڻهو ويتنام جي هوچي منهه کي پسند ڪندا هئا پر انهن لاءِ اصل اتساهه اهو چي گويرا هو. جنهن جي تصوير وارين شرٽن کي پائڻ به اهي ماڻهو انقلابي شوبازي سمجهندا هئا. جيڪي جينزون پائي ڪٽن تي سمهندا هئا ۽ سڄ چڙهئي اوطاق جي آڳر ۾ ستا پيا هوندا هئا ۽ صبح جو ڪير واري چانهن پي وري هلي پوندا هئا. ڪنهن ٻي ڳوٺ طرف!

پر هر ڳوٺ ته پلهڙيجي نه هو. پلهڙيجي ته هڪ عجيب ڳوٺ هو. جتي سرد راتين ۾ وزم جي وزن تي هلندڙ هوا لطيف جي بحر بيڪران ۾ خيال جي ان ٻيڙيءَ کي ڏاڍو ڏور ڪٽي ويندي هئي. جتي سر سامونڊيءَ جو وايون روح جو وجود وڏيندڙيون ويندڙيون هيون ۽ اتر جي اوت چنيءَ جا چار ئي پوٽ رنگي ڇڏيندي هئي ۽ من کي ونگي ڇڏيندي هئي،

اڇوا ۽ ان ڀرواري ۾ نئيڙي جي ننيڙي شهر کي ڏسو جنهن جو نالو پلهڙيجي آهي.

اها پلهڙيجي، جنهن ۾ انور پيرزادي جو شعور هڪ شعاع هو. جنهن جڳنوءَ وانگر پنهنجي روشنيءَ ۾ چليءَ جي پتائيءَ جو هڪ نظم ايتري خوبصورت سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو جنهن جي وجود مٿان وقت وڏ نه وجهي سگهيو آهي. جنهن جو انگ اڄ به تنبوري جي تاٽيل تند وانگر سون سرن ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو.

نه معلوم ڪهڙي ڪيفيت هئي، اها؟ جنهن ۾ هن پبلو نرودا جو وحشي نظم:

I Explain A Few Things

سنڌي ٻوليءَ جي انهن لفظن ۾ لاٿو هو ته:

”تون پڇين ٿو رس پريا رابيلڙا ڪاڏي ويا ؟
الهام جهڙا موتيا ڪاڏي ويا
هو مينهن جي ٽپ ٽپ منجهان
هلڪن سرن ۾ سرجيا لفظن جا پنڇي
گيت ۽ سرگوشيون ڪاڏي ويا
آئون ٿو توکي ٻڌايان
ڪيس مون تي ڪنهن ڪيو
منهنجو اڇهو
سڏبو گلن جو گهر هيو
تانگر ترڙ جو گهر هيو
ٻارڙن سان گلرڙا
جنهن گهر ۾ گڏجي کيڏندا ها
ڪات ڪاسائي ڪٽي تنهن ۾ گهڙيا
تلوار سان
۽ جيڏن سان پادرين خونين مٿان
دعائون گهريون
ٻارڙن تي جن به ور ور ڪيا
ٻارڙن جو رت
ٻارن وانگيان

بانبڙا پائي
گهٽين ۾ وهندو ويو وهندو ويو"

اڄ جڏهن پلهڙيجيءَ جي گهٽين ۾ "سنهين لڪ، نڪ سئين" ۽ ڪجل ڪان سوا بہ ڪارن نيٽن واري نينگر سرويچ جو رت وهي رهيو آهي، تڏهن مون کي شدت سان ياد اچي رهيو آهي، نرودا جو اهو نظم، جيڪو شايد انور ان ڪري سنڌيءَ ۾ لاٿو هو جو هن جي آتما جون اکيون پنهنجي پونيرن ۾ اهڙي نوجوان کي ڏسي رهيون هيون، جيڪو فيض جي ان فرمان وانگر پنهنجي ان وطن جي گهٽين تان گهورجي ويو جن ۾ اڄ سڀ ڪنڌ جهڪيل انسان گهمي رهيا آهن.

انور جي اکين ۾ صدين جون صدائون نہ هجن ها تہ هو ڪيئن منظر ڪشي ڪري ها، پنهنجي ان ڳوٺ جي، جنهن ۾ هڪ ڀار جو رت، هن وانگر تڪڙو هلندي، ان مٽيءَ ۾ جذب ٿي ويو جيڪا مٽي ڳاڙهي، ڳوڙهي ۽ چٽي آهي، ان ڇوڪري سبب جيڪو چاهيندي بہ پاڻ کي مقتل کان پري نہ ڪري سگهيو.

ها! فيض احمد فيض وانگر هن کي بہ جان جي تشويش ضرور هئي، پر هن جي راهہ ان رڻ واري هئي، جنهن جي روح تي لطيف "سر ڪيڏارو" سرجيو هو.

هو جيڪو ڏاڙهونءَ ڦوهہ قلار واري عمر ۾ آيل ڇوڪرو هو. ان جي خوبصورت ڏاڙهيءَ جا ڪارا وار هن جي سرخ خون ۾ سڪي ڪڙڪ ٿيٽا هئا ۽ اهو منظر هن جي ان ماءُ کي ڏسڻو هو جنهن هڪ جهلڪ ۾ هن کي سڃاڻي ورتو. جنهن جي دل تي ان وقت ڌڪ لڳو هو جڏهن هو هن کي مقتل طرف وٺي ٿي ويا.

ٿارچر سبب هڪ بيساهي بت مٿان گولي هلائيندي انهن کي ڪجهہ بہ نہ ٿيو!!

ڪاش! هو ڄاڻي سگهن ها تہ سپنن کي گوليون هڻڻ ڪيترو نہ اتياچار آهي؟

انهن سرويچ کي نہ پر هڪ سپني کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

ڄا هن جي تخليقار هن کي ان ڪري وجود ۾ آندو هو تہ هو هن جي ساري روپ کي پسي لطيف جو اهو بيت پڙهي سگهي تہ:

"ڏاڙهيءَ رت رتياس، ڏند تہ ڏاڙهونءَ گل جيئن"

ڪيڏو وڏو الميو آهي؟ پنهنجي خدشي پري خواب جي هو بهو تعبير ڏسڻ!!

پر ان کان اڳ ۾ انور اکيون ٻوٽي ويو.

هن نہ ڏسڻ تي چاهيو.
گولي سان اڏايل پنهنجي پيڙهيءَ جو هڪ نئون ساماڻل سپنو!!
اهو سپنو جنهن جو نالو سرويچ هو!!!
اهو سرويچ جنهن جي شاديءَ جا سات سنئون شادي شده عورتن جي
جي حسرت بڻجي ويا!!!
هو جيڪو سوريءَ جي سيج تي چڙهي آيو.ان عمر ۾ جنهن عمر ۾ نوجوان صرف
نينگرين جا سپنا ڏسندا آهن.
پر هن کي آزاديءَ سان عشق هو!
۽ ”عشق بہ اهڙو تهڙو؟“
هن جو نينهن سياسي نعرن ۽ شاعرن جي نظمن کان اوچو هو. اتانهون هو.
اڄ اسان سڀ هيٺ بيٺل آهيون. هو اسان کان مٿانهون آهي. هو جيڪو ستارن
سان گفتگو ڪندو هو. جيڪو هوائن سان کيڏندو هو. جنهن کي اڻ ڏٺي سان
عشق هو. جيڪو حساس هو. جنهن جي غيرت غلاميءَ کي برداشت نہ ڪيو.
هو هليو ويو. اسان اجا اتي ئي آهيون. ڪوڙي جڳ جي ڪنن ۾ پيل ڪوڙن والن
وانگر. ڪنهن ڪوڙي ڪشش وانگر لڏندا رهون ٿا.
پر ڪاش! هن جي لاش کي وصول اهو انور ڪري ها. جيڪو صرف هڪ ڳوٺ نہ
هو.
جيڪو هڪ ديس هو.
اهو ديس جيڪو نامعلوم جاگرافيءَ جي پل يا تاريخ جي چڪ سبب ڪٿي
وڃائجي ويو آهي.
ان ديس جي تلاش ئي تہ آهي، ان نظم ۾!!
جنهن جو آخري سٽون آهن:
”هم جنس پرست ۽ پادري
پيار ۾ مخمور آهن
۽ مان تلاش ڪري رهيو آهيان
پنهنجي وڃائجي ويل سنتياگو کي“
سنڌ جي سنتياگو تہ اها ڀلڙيجي آهي.
جنهن جو پيبلو نرودا
احتجاجي طور تي اکيون ٻوٽي
ستو پيو آهي

۽ هو نہ ٿو ڏسڻ چاهي
پنهنجي خون ۾
سرخ سرويچ!!!
اهو معصوم نوجوان جيڪو ماضيءَ جي ”لٽل ماسڪو“ جو مسافر هو.
ڇا هن جي پيرن ۽ منزل جي وچ تي موجود فاصلي مان هڪ ننڍڙو ناول لکي نہ ٿو سگهجي؟

( 6 ڊسمبر 2014 تي روزاني سنڌ ايڪسپريس ۾ شايع ٿيل )

# گلن جا رنگ ڪارا.....

مهتاب اڪبر راشدي

**جڏهن** اسد امانت علي پنهنجي پرسوز آواز ۾ ڳائيندو هو ”سرخ گلابان دي موسم وچ، ڦُلان دي رنگ ڪالي“ ته دل تي چوٽ ڏڪ لڳندو هو ڳاڙهي گلاب جو رنگ ڦِري ڪارو ٿي وڃڻ واري تشبيهه، غم جي انتها وانگر سامهون اچي ٿي وڃي. ويندڙ سال جو هي آخري مهينو پاڻ سان گڏ غم و حُزن جي موسم کڻي آيو آهي. مکڙين ڪِڙڻ جي موسم ۾ ٽارين تي ڪنڊا نڪري آيا آهن.

سنڌ درد جي وادي بڻجي، نئين سال کي ڪيڪاريندي، جن جي گهوٽ بڻجڻ جا ڏينهن هئا، سي ڳاڙها زخم سيني تي کائي لحد ۾ لهي ويا. جڏهن ڪنيا ويا، تڏهن به هنن جي گهر ڀاتين جون دانهون ڪنهن نه ٻڌيون ۽ جڏهن ويران ۾رات جي پوئين پهر هنن جا لاش اڇلايا ويا، تڏهن نه حڪومت ۽ نه ئي رياست جي ڪنهن ذميوار ماڻهوءَ جي وات مان ڪو گفتو ٿي ٻڌڻ ۾ آيو. ايئن چوڻ ته اهي نه هن ملڪ جا باشندا هئا ۽ نه ئي سنڌ ڄاوا هئا.....

اهي ڪير هئا؟ مان گهڻن کي ته ذاتي طور تي نه سڃاڻا، پر اها خبر اٿم ته هنن جو جنم سنڌ جي مٽيءَ جي خمير مان ٿيو هو. هنن جي نينهن جو ناتو به انهيءَ ڌرتيءَ سان ئي رهيو. هنن آخر اهڙو ڪهڙو جرم ڪيو هو جنهن جي سزا صرف موت ئي ٿي سگهي پئي!...

هن دور ۾، جڏهن انساني حقن جي چارٽر تي مملڪتِ خدا دادِ پاڪستان جون، اقوامِ متحده جي رُڪن هئڻ جي حيثيت سان صحيح ڪيل آهي، تڏهن تهذيب يافته ملڪ ۽ قوم هئڻ جي حيثيت سان، هن کي اخلاقي طرح سان ان جي پابندي ڪرڻ لازم آهي.

پوءِ اهو ڪهڙو سبب آهي جو انهن ڏکوئيندڙ موتن ۽ غير قانوني طرح سان بنا وارنٽ، نوجوانن کي کنيي کڻي وڃڻ واري عمل تي حڪومت تحرڪ ۾ نه ٿي اچي. ان جو جواب ڳولهبو ته به جواب ئي ٿي سگهن ٿا. هڪ اهو ته اهو سڀ ڪجهه حڪومت پاڻ ئي ڪري پئي ۽ ٻيو اهو ته، حڪومت کان مٿي به ڪا حڪومتِ آهي جنهن کان ڪنهن به سبب جي ڪري، حڪمران پڇاڻو نه ٿا

ڪري سگهن.

سنڌ هر طرح هڪ بدترين، بدانتظاميءَ واري دور مان پئي گذري. امن امان جو ڏڪر، ميرٽ جو جنازو، تعليم جي تباهي ۽ انساني حقن جي لتاڙ صحت جي شعبي جو خانو خراب. معتدي بيماريون ته پنهنجي جاءِ تي پر، ڪاري ڪامڻ سبب جهڙي نموني ماڻهو مرندا تا وڃن، اجا اهي ڪهاڻيون ايڏي شد مد سان سامهون آيون ئي نه آهن.

سو صاحبو! سنڌ جو هيءُ دور، پنهنجن جي هٿان مرڻ جو دور آهي. حال، مستقبل لاءِ موت ۽ اونداهہ مثل آهي. انصاف جو حصول ڪنهن خواب مثل آهي. پوليس گردي، سڪہ رائج الوقت آهي. نوڪريون پئسن تي، عزتن جو وڪرو، دين جو وڪرو. دين جي نالي ۾ ايمان جو وڪرو ۽ مفاهمت جي نالي ۾ سنڌ جي وسيلن جو وڪرو ۽ رياست جي سلامتيءَ جي نالي ۾ ڳڀرو جوانن جي لاشن جو وڪرو اِها آهي اسان جي سنڌ امڙ جنهن ۾ گلابن ٽڙڻ بند ڪري ڇڏيو آهي..... جتي گُلن جو رنگ ڪارو ٿي ويو آهي....

( 7 ڊسمبر 2014 تي روزاني عوامي آواز ۾ شايع ٿيل )

# هنج سدائين ڏبرا......

نثار کوکر

پٽائي سرڪار جي ميلي تي هن ڀير پڻ هر سال جيان پانڌيئڙن جي تمام گهڻي رش آهي. هن ميلي سان گهڻن ماڻهن جون خوشيون ته اڪثر ماڻهن جون اميدون وابسته آهن. پٽائي جو در صرف وزيرن مشيرن ۽ ڪامورن کي ڪونه ٿو نوازي جيڪي پٽائي سرڪار جي عرس وارين سرڪاري تقريبن مان به ڪوڙا ووچر ناهي عادي مجرمن وانگي پنهنجو جهان جوڙي ٿا وڃن. پر پٽائي جو در لکين پانڌيئڙن لاءِ اميدن جو مرڪز آهي. اهي جيڪي زندگي کان مايوس آهن، انهن لاءِ زندگي جي علامت پٽائي آهي. پٽائي سرڪار جي ڪانوڙي چائنٽ تي مون اڪثر سنڌي عورتن کي رات جي بيگاه وقت پنهنجي پوتي جا پلاند ڪلف لڳل ڪڙي سان ٻڌي ٻاڏائيندي ڏٺو آهي. انهن مان اڪثر عورتون پنهنجي خاندان لاءِ پٽ جي اولاد خاطر سڄي رات جاڳي دعا گهرنديون رهنديون آهن. آءٌ جڏهن به پٽائي سرڪار جي در تي ويندو آهيان ته اهو منظر ڏسي اداس ٿي ويندو آهيان. افسوس ناهي ٿيندو پر ڏک ٿيندو آهي ته هي ڪيتريون نه ساديون عورتون آهن جيڪي اهڙي اداس وادي ۾ پٽن ڄمڻ جي دعا پيون گهرن جتي پٽن جي جوان ٿيڻ تي پابندي پيل آهي. ائين پابندي پيل آهي جيئن انهن جي قاتلن جو نالو کڻڻ تي پابندي پيل آهي. اگر ائين نه هجي ها ته ٻلهڙيجي ۾ صوفي صفت شخص لطف پيرزادي کي پنهنجي جوان پٽ جي لاش سڃاڻڻ لاءِ ڪراچي کان حيدرآباد اسپتال وڃڻو پوي ها ڇا..؟ لطف جو ته ڪنهن سان ڪو جهيڙو نه جهڳڙو. پوءِ به ساڻس اهڙو انياءُ...؟

پٽائي سرڪار تي اهڙيون سائل عورتون ڏسي مونکي سدائين خيال ايندو آهي ته ڀلا اهي عورتون ڪٿي هونديون جن جا جوان پٽ راهه ويندا بي داد ماريا ويا.؟ اهي به آيون ته پٽائي سرڪار جي نگري ۾ ڪراڙ تي ڪا ڪوڪ ڪرڻ لاءِ هونديون پر الائي جي کهڙي ڪنڊ ۾ دانهن ڏينديون هونديون.؟ مونکي ناهي خبر ته پٽائي سرڪار جي ميلي تي هن ڀيري اهو لطف به اچي پهتو آهي الائي نه جنهن جو ساٿي ۽ همراز انور پيرزادو ته هميشه اهڙن جبر وارن ڏينهن ۾

پٽائي جي در تي اچي دانهيندو هو. انور پنهنجي جوان پٽ جي ڪملهي موت تي اچي پٽائي جو در کڙڪايو هو ۽ هن ملڪ الموت جي خلاف جيڪا ايف آئي آر درج ڪرائي هئي سا سندس شايع ٿيل ڪتاب ۾ شامل آهي ۽ ڏاڍي دکدائڪ آهي. پر هاڻي پٽائي جي در تي لطف اهڙي ايف آئي آر ڪترائي به ته ڪنهنجي خلاف؟

لطف پيرزادو جنهنکي پٽائي فنگر ٽپس تي ياد هوندو آهي، ان جي نفيس مزاجي ۽ ذوق جو اندازو ان حقيقت مان لڳائي سگهو ٿا ته هو پنهنجي جذبن جو ۽ خيالن جو اظهار هميشه پٽائي سرڪار ۽ ٻين صوفي بزرگن جي شاعري مان بيت چونڊي ڪندو آهي، ڇڪس پنهنجا ڪي لفظ ناهن هوندا. تڏهن ٿي ته هن پنهنجي سرويچ جو جڏهن لاش وصول ڪيو ته ڪيس اهي سٽون ذهن ۾ سرجي آيون ته، سر يار قدمن تان فدا ٿيو ته ٻجا ٿيو. حق عشق جو ائين جي ادا ٿيو ته ٻجا ٿيو.

لطف کي پٽائي جي شاعري ايتري ته گهڻي ياد آهي جو جڏهن اسان نوي واري ڏهاڪي ۾ ساس ڏوڪري پاران انور پيرزادي کان پٽائي جي شاعري بابت هڪ ليڪچر پئي ڪرايو ته هن پاڻ اصرار ڪيو ته ”اوهان لطف کي به دعوت ضرور ڏيو ڇو ته پٽائي جي شاعري جي تشريح ته آءُ ڪري ويندس، پر ڪٿي شاعري يا لاڳاپيل بيت مٿان ياد نه پوي ته ان مهل ٽڏي تي مدد خاطر لطف هوندو.“ لطف تمام سادگي سان هائوڪار ڪئي ۽ اچي به ويو. پر پٽائي بابت سندس حافظي اسان سڀني کي حيران ڪري ڇڏيو. لطف جي اهڙي هنر جو سنڌ اندر سنڌي ٻوليءَ ۽ پٽائي خاطر ڪم ڪندڙ ڪنهن اداري کي شايد ضرورت نه هئي جنهنڪري لطف کي اهڙي ڪا نوڪري نه ملي سگهي، جنهن ۾ پٽائي ساڻس گڏ هجي. انهي ڪري لطف کي جڏهن به ڏسندو آهيان ۽ هاڻي ته هفتي کان لاڳيتو سندس فوٽو پئي ڏٺم... سنڌ جهڙي سينواريل سماج ۾ هن ڏٻري جسم ۽ مضبوط ذهن جي مالڪ لطف کي ڏسي هميشه اهي سٽون ياد ايندڙيون آهن ته... پکي سپ مچن.... هنج سدائين ڏٻرا...

لطف جو تعلق موهن جي دڙي جي پرسان واري ان ڳوٺ ٻلهڙيجي سان آهي جنهن مٿان ضيائي آمريت دوران به چڙهايون ٿيون. انهن چڙهاين مان هڪ وڏيڪ سيريس انڪري ٿي وئي جو هنن کي ڪچي واري ڌاڙيلن جي ٽاڪ تان انگريزي اخبار ڊان جا پرچا مليا. ان دور ۾ جڳ جهان جا سرخا اچي ٻلهڙيجي ۾

روپوشي اختيار ڪندا هئا. پر هي ڪهڙو دور اچي ويو آهي جو هن ئي ڳوٺ جي چوڪرن کي پنهنجي ڳوٺ ۾ ڪا پناهه نٿي ملي. هي ڪهڙو دور اچي ويو آهي جنهن ۾ عسڪري قيادتن وٽ ڪو اهڙو عملدار ناهي جهڙو عمرڪوٽ جي قلعي ۾ زال جي پوٽي سان اکيون ٻڌي آندل قيدي آريسر کي مليو. عملدارن مان هڪ جڏهن عبدالواحد آريسر کي پٽ تي ويهارڻ جو ضد ڪيو ته ٻئي پڙهيل لکيل عملدار کيس روڪيندي چيو هو هي غريب آهي انڪري کيس پٽ تي پيو وياهرين... ڪنهن ڊنگ زميندار جو نالو کڻي هن کيس چيو هو ته جيڪڏهن اهو تنهنجي قيد ۾ اچي ته ان کي به هيٺ فرش تي ويهاريندين..؟.

سو پيارا لطف، پنهنجي ديس جا دستور مٽجي ويا آهن، جتي قاتلن دستانا پائي ورتا آهن. باقي مخلوق کي جلوا پيا ڏيکارين.. جيئن هڪ صوفي بزرگ چيو آهي ته هر جاءِ جلوا مون ڏٺا.. ظاهر به تي باطن به تي. رهزن به تي رهبر به تي...

رسمي روايتي تعزيت ڪرڻ لاءِ آءٌ به هڪ ڏينهن ٻلهڙيجي جو رخ ڪري نڪري پيس پر باقراڻي کان واپس موٽي آيس ڇو ته منهنجي تصور وارو لطف ڪو رسمي روايتي عام ماڻهو ناهي جنهن سان قل پڙهي دعا جا ٻه هٿ کڻي ڏک ونڊي ڪانڌيپي جو پت ڪاٽي موٽي اچجي... ٻلهڙيجي جي انگريزنما عالمي پيرزادن منجهان ڪو ته اهڙو هوندو جنهن لطف کي "هزار چوراسي ڪي مان " جهڙي انڊين فلم ڏيکاري هوندي.. جنهن ۾ لاپته ٿيڻ ڪانپوءِ مرده خاني پهتل لاش جي وصولي ڪندڙ ماءُ کي پٽ جو نالو نه صرف نمبر پيو ٻڌايو وڃي ته سردخاني ۾ هزار چوراسي نمبر وارو لاش سندس پٽ جو آهي... اها عورت پنهنجو ڏک ديس جو ڏک ڪيئن ٿي ٻڌائي سو ته بس اسان جهڙن معاشرن ۾ آرٽ فلم جو ئي ڪو موضوع بڻجي سگهي ٿي.

لطف کي "هزار چوراسي ڪي مان" واري فلم هاڻي ڪو ڏيکاري ٿو يا نه پر مونکي هاڻوڪو لطف پنهنجي سر پاڻ هالي ووڊ واري ان فلم جو ڪو ڪردار ٿو لڳي جنهن ۾ هڪ سياسي قيدي جي ماءُ سندس قانوني مدد ڪندي آهي. ان قيدي جي نظرياتي پارٽي سندس آزادي لاءِ ڪڏهن به ظاهر نه ٿيندي آهي نه ئي ڪو اثرائتو مظاهرو ڪندي آهي. اهڙين ڏکين حالتن ۾ به جيل ۾ ساڻس ماءُ هر ملاقات تي ايندي آهي. ان قيدي کي جڏهن ڦاسي جي سزا لڳندي آهي ۽ سندس ڦاهي جا ڏينهن ويجها ايندا آهن ته هو جيل جي شيخن پويان پنهنجي ماءُ جا هٿ

پڪڙي ڪيس ٽينڪ يو چوندو آهي.. جنهن تي ماءُ ڪائنس پڇي ٿي ته چو. قيدي وراٽيس ته منهنجي نظرين سان اختلاف رکندي به تو منهنجي قانوني ۽ ذاتي مدد ڪئي تنهنجي مهرباني..... پر لطف ڪي ته هاڻي ڪو سرويچ ٽينڪ يو به نٿو چئي سگهي.. جنهنجي جيئري بازيابي لاءِ هن هر فورم تي پنهنجي پٽ جي مدد ڪئي.هن ڪي ارمان اهو به آهي ته جڏهن سندس پٽ اها ڪالعدم جماعت ڇڏي به چڪو.هن اهڙو اعلان به ڪيو تڏهن به ڪيس ڳولي چو قتل ڪيو ويو.لطف پنهنجي پٽ جي بازيابي لاءِ جيڪو مظاهرو ڪراچي جي روڊن تي ڪيو.ان مظاهري ۾ ڪنهن به جماعت جو ڪو به جهنڊو نه هو. نه ئي پاران ۾ ڪنهن جماعت جو نالو لکيل هو.اهو مظاهرو پاران وارث يا مائٽ لکيل هو..جنهن ۾ روئندڙ ماءُ جي هٿن ۾ جيڪو پينا فليڪس ڪنيل هو تنهن ۾ به ستون پٽائي ڪان اڏاريون ورتيون ويون هيون ته.... ڪڏ بندياڻي بند مان جيئري لاهه جنجير....

پر يار لطف ايڪهين صدي جي سنڌ ۾ رهين ٿو اهي جنجير ڪٽي ٿا لهي سگهن...اها تو ڪان وڏيڪ ڪنهنکي خبر هوندي ته هي جنم جنم جا جنجير آهن.جنهن آمريت جي خاتمي لاءِ تو ڪوڙا ڪاڏا..جيل پوڳيا اهي به ماضي ۾ جنجير ئي هئا.ان مهل به ڪي پوتار اقتدار تي براجمان هئا جن جا پاري برج اسان لڏندي ڏسندا هئاسين..ان آمريت جي خاتمي جو ثمر توکي مونکي کهڙو مليو لاپته ٿيل سرويچ.....سو هاڻي پٽائي سرڪاار ڪي ئي انور جي لفظن ۾ دانهن ڏجي ته :

اي چنڊ پٽائي ڪي چئجان...
جنهن رات ۾ تو ٿي گيت لکيا،
سا رات اجان پي جاري آ.....

( 10 ڊسمبر 2014 تي روزاني ڪاوش ۾ شايع ٿيل )

# هينئڙي سڄڻ ساريا ...!!

" شهيد سرويچ پيرزادي کي تيويهين جنم ڏينهن تي پيتا "

لطف پيرزادو

اڄ تنهنجو جنم ڏينهن آهي، تيويهون، هي ڪو ڳاٽيتو ناهي، تنهنجو مقدس موت جڏهن شهادت جي روپ ۾ اچي توکي ڪنهن طلسمي شهزادي جيان الوپ ڪري ويو اهو منهنجي نظرن جو دوکو آهي، تو ته اها حياتي ماڻي آهي جنهن تي ڪڏهن موت آيو ئي ناهي.

اي شهيد! تنهنجي جنم ڏينهن تي آءٌ سنڌ جي تمام شهيد جوڌن کي سرخ سلام پيش ڪندي اميد ٿو ڪيان ته اوهان شهيدن جي قرباني سنڌي قوم کي انقلابي واٽ تي آڻيندي، مونکي پڪ آهي ته اوهين شهيد غلاميءَ جي خلاف قدرت طرفان ڇڏيل تير آهيو جن پنهنجي صحيح نشاني تي لڳي غلامي ۽ آزاديءَ جي فرق کي چٽو ڪندي قابض قوتن کي ڪنبايو آهي. لبنان جي ڏاهي ليکڪ جبران خليل لکيو هو ته هر ٻار ڪنهن نه ڪنهن برائي خلاف قدرت جو ڇڏيل تير هوندو آهي، جنهن کي والدين پنهنجي نشاني ڪان خطا ڪري ڇڏيندا آهن ڇو ته هو ٻارن تي پنهنجي مرضي مڙهي، انهن کي اهڙو تيڻ پسند ڪندا آهن جيڪو هو پاڻ چاهيندا آهن. ان ئي ليک ۾ والدين کي هدايت ڪندي لکي ٿو خبردار! ٻار اوهان جي ملڪيت ناهن. اهي ته صرف اوهان وٽ قدرت جي امانت آهن. هي قدرت طرفان تير آهن جيڪي پنهنجي نشاني تي پهچڻا آهن، ان ڪري انهن تي پنهنجي مرضي نه مڙهيو.

پٽ مونکي اطمينان آهي ته تون پنهنجي درست نشاني تي لڳو آهين. جنهن ڪري ئي منهنجي زندگي سڦل ۽ سجائي بڻجي وئي آهي. منهنجي خيالن واري دنيا ۾ تنهنجا ٽهڪ، تسي ملائڻ، ڪاوڙ ۾ ڪجهه ماڻن ۽ نازن جا انداز ياد اٿم.! ڪڏهن ڪڏهن اوهانجي ڪاوڙجا فلم پڻ هلندا آهن، ڪيڏو نه پيار هوندو هيو ان ڪاوڙ ۾ روسامي ۾. ان ڪانپوءِ بيقراري، هورا ڪورا، اڻ ترڻ وهڻ نه ڏيندي وري اچي هڪ ٻئي جي پرسان ويهي، راضي ٿي دلجاءِ ڪري پوءِ رات جو وچي سمهبو هو پتائي صاحب لکيو آهي :

ڪُرُ پيلي آهن پيلهہ، جي سور پرين جا ساڻ مون...
سي ڪيئن پرين ڏور، جي هيئڙي ۾ حل ٿيا.
منهنجي تہ سورن کي اها ئي صدا آهي تہ :
سُور ! م وڃيجاءِ، سڄڻ جيئن سگ ويا،
پرينءَ پڄاڻاءِ، آءُ اوهان سين اوريان.

توجنهن منصب کي چاهيو ان کي ماڻيو اها ڳالهہ هڪ ڏينهن تنهنجي ايڪيهي تي ڪراچيءَ کان ايندي وين ۾ هلندڙ ڪيسٽ تان قرآن شريف جي سورت شهداءُ جو ترجمو پڙهي رهيو هئس: " شهيد اڳ ۾ شهادت جي تمنا ڪندا آهن، اهي مونکان اهو مقام گهرندا آهن ۽ ان لاءِ آسائتا هوندا آهن، آءُ انهن کي شهادت نصيب ڪندو آهيان" تو بہ پنهنجي شهادت جو اڳواٽ اعلان ڪيو هو. اهو سڀ ڪجهہ اسان کي سهڻ لاءِ چڻ تون تيار ڪري رهيو هئين، جڏهن پيڻ کي تو منير خان چوليانيءَ جي شهادت جي ڳالهہ ٿي ڪئي تہ ائين پئي چيو تہ " جن هڪ معذور ڪارڪن کي شهيد ڪيو آهي جيڪو وهيل چيئر تي گهمندو ڦرندو هو تہ اهي اسان چنگهن پانهن وارن کي ڪو نہ بخشيندا " تنهنجي پنڌ تنهنجي عشق جي تہ توکي خبر هئي، پر ڪڏهن ڪڏهن ان جا الا محسوس ڪندي اسان تنهنجي ذهن تي ڪمند وجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئاسين، جيڪا فضول هئي.

پلي ڏوريم پونءِ، عبث آريءَ ڇام ري،

مونکي جڏهن تنهنجي سياسي لاڳاپن جي خبر پئي، تنظيم ۾ حيثيت جي خبر پئي تہ آءُ ڊڄي ويو هوس. جنهن ڏينهن مٽو ڳوٺ ۾ سائين ضامن شاهہ ۽ ان جي ٻن ساٿين جي شهادت ٿي، ان ڏينهن کان وٺي تو ڏٺو تہ تنهنجي امڙ جو ڇا حال هو هو ڪيئن ٿي رني، تنهنجي لڪائڻ لاءِ ڪيڏو نہ پريشان هئي، بلڪل اڄ بہ ان کي اهو ئي ورد آهي.

جن کي دور درد جو سبق سور پڙهن
فڪر ڦرهي هٿ ۾، مات مطالعو ڪن
پنو سو پڙهن، جنهن مان پسين پرين کي.

جڏهن کان تون کنييو ويو هئين، ان ڏينهن کان اسان جي گهر ۾ ٿيندڙ سالگرهہ جا ڏينهن، سڳنڏ، شعور ۽ ننڍڙي سمن جون سالگرائون، حج جي عيد، عاشوره، شاهہ لطيف جو ميلو ۽ اڄ تو سواءِ تنهنجو جنم ڏينهن.

تنهنجي جنم وقت اسانجي ويڙهي ۾ پوليس هئي، ڏاڍيلن خلاف. سڄو ماحول خوف ۾ ورتل هو. منهنجي گهر اڳيان جو سپاهي بيٺل هوا هو عورتن کي چئي رهيو هو امان اندر ڇا لڪايو اٿو جو اڄ وچ لڳي پئي آهي؟ تنهن تي عزيز جي ماءُ چيس ته ابا اسانجي مائي هٿ پير لهي رهي آهي، اسان لاءِ مشڪل جي گهڙي آ، تون پيو چئين ته ڇا لڪايو اٿو. جيئن ئي آءُ ٻاهر نڪتس ته اهو سپاهي عبدالحق کيڙو هيو جنهن مونکان حال حوال ورتا ۽ ڏنا، اهو ڇاپو سوپيديري جي صوبيدار عرس مهر هنيو هو جنهن سان گاجي ديرو پوليس ساڻ هئي، اسان جي کيترن ئي مردن ۽ ڪجهه عورتن کي پڻ گرفتار ڪيو ويو هو جن کي درياهه پار ڪچي مان سوپيديري ٺاٺي تي ڪٽي ويا هئا.

ها ! تنهنجي جنم ڏينهن تي آمريڪا عراق تي ميزائيل حملو ڪيو جيڪو عراق طرفان ڪويت جي تيل وارن کوهن تي ڪيل ميزائيل حملي جو آمريڪي جواب هو جنهن سان عراق جي تباهي ۽ صدام حسين جي پڇاڙي ٿي.

هينئڙي سڄڻ ساريا، ڪٿي هوندم هيرا؟
اڇي لالڻ نه ڏيئن، پلنگن مٿي پير
ٿي ورونهڻ وير، ڳجهه ڳرهيان ڪن سين .
( شاهه)

# پريتڻو پاريءِ مارڳ ۾ منڌ هئي

اقرار پيرزادو

**منهنجي** ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ کي سڄي سنڌ ڄاڻي ۽ سڃاڻي، جنهن جي پٽن مختلف شعبن ۾ پاڻ ملهائي پنهنجي ڳوٺ جو مانُ مٿانهون ڪيو آهي،سنڌوءَ جي ساڄي پر تي آباد هي ڳوٺ شاعرن، صوفين درويشن، صحافين ، راڳين ۽ ملهه پهلوانن جو مسڪن رهيو آهي، جن پنهنجي ذات ڏيا ۽ هنر حرفت سان سوين ماڻهو متاثر ڪيا آهن پر هن ڳوٺ جي هڪ نوجوان سرويچ پيرزادي وطن تان وارجي وڃڻ واري منهنجي ڳوٺ کي نئين سڃاڻپ بخشي آهي، جنهن تي سنڌ جو ٻچو ٻچو فخر ۽ ناز ڪري ٿو. سرويچ پيرزادي 22 ورهين جي ڦوهه جواني سنڌ ڌرتيءَ جي عشق ۾ گهوري ڇڏي.

سرويچ جو انقلاب سان ٻنڌڻ تہ پينگهي کان ئي پيل هو جنهن جي پيءُ لطف پيرزادي ضيائي مارشل لا ۾ بہ پيرا قيد ڪاٽيو ۽ 15 ڪوڙا پنهنجي جسم تي کاڌا هئا. ان لطف جي گهر ۾ 9 فيبروري 1991ع تي سرويچ پيرزادي جنم ورتو سرويچ جي جنم واري سال بہ سنڌ غلاميءَ جي سنگهرن ۾ قيد هئي، توڙي جو ملڪ ۾ جمهوريت بحال ٿي چڪي هئي پر سنڌ ڌرتيءَ تي ڌاري فوج جا ساڳيا ڪلور موجود هئا. هارين نارين سان عقوبتون جاري هيون. ڄام شوري پرسان ٽنڊي بهاول ڳوٺ ۾ را جا ايجنٽ قرار ڏئي 9 بيگناهہ ڳاڙها ڳيرو ڳوٺاڻا شهيد ڪيا ويا هئا، ڌاڙيلن جي آڙ ۾ سنڌ جي چپي چپي تي وردي پوش ويهاريو ويو هو ۽ سنڌي ماڻهن جو نسلي ۽ معاشي قتل عام ٿي رهيو هو هڪ طرف ڌاڙيل سنڌي ماڻهن کي ڦري لٽي ۽ اغوا ڪري رهيا هئا تہ ٻئي طرف وردي پوش ڌاڙيلن بدران عام ڳوٺاڻن کي ماري ۽ قيد ڪري رهيا هئا ان دور ۾ بہ لطف بيباڪ صحافيءَ جو ڪردار ادا ڪندي ٻنهي جي ظلمن جا داستان اخبارن ۾ رقم ڪيا هئا ۽ ان دور ۾ بہ اهلڪار سڳ گرديءَ جو مظاهرو ڪندي لطف جا پيرا سنگهندا رهندا هئا.

لطف جي تعليم سندس پٽن ۾ انقلاب جو شعور پيدا ڪيو سرويچ پيرزادي جيئي سنڌ متحدا محاذ ۾ شامل ٿيڻ کانپوءِ پوئتي مڙي هرگز نہ ڏٺو ۽ پنهنجي ڪم سان لڳل رهيو سرويچ جيئن تہ غريب گهراڻي سان تعلق رکندڙ

هو ان ڪري هو گهر جون ذميواريون به سٺي نموني سان نڀائيندو رهيو ته ساڳي وقت هو قومي مقصد تان به ڪڏهن نه هٽيو پارٽيءَ جي هر جلسي، احتجاج ۽ پروگرام ۾ ضرور پهچندو هو ۽ پارٽي جو ڪم هر حال ۾ پورو ڪندو هو هن جي ٽولي ۾ سنڌ تان ساهه صدقو ڪرڻ وارا ضامن شاهه، پريل شاهه، انيس سومرو فهيم پٺو واجد لانگاهه ۽ ٻيا ڪيترائي نوجوان هئا، هنن جي سنجيده جدوجهد کان هن ملڪ جون ڳجهون ايجنسيون خائف هيون ۽ انهن هن جي ساٿين جو قتل عام شروع ڪري ڏنو هو هن جا ڪيترائي ساٿي ٽارچر سيلن ۾ هئا ته ڪيترن کي شهيد ڪيو ويو هيو هڪ نام نهاد قومي اخبار هن جي تصوير شايع ڪري ان جي هيٺان دهشتگرد لکيو هو ان باوجود به هن هيٺاٽ هرگز نه ڏيکاري، هو گهر هلائڻ لاءِ نوڪري به ڪندو رهيو ته هن پارٽي جو ڪم به جاري رکيو ڪيس پوري پڪ هئي ته هو شهادت ماڻيندو ان جو اظهار ڪيترا ڀيرا گهر ڀاتين سان ڪيو هئائين.

شهيد سروپچ پيرزادي کي سنڌ جي گاديءَ واري هنڌ ڪراچيءَ جي صدر واري علائقي مان ڪنيي گم ڪيو ويو هو 80 ڏينهن اذيتون برداشت ڪندو رهيو پر هن ڀٽائي جي پر پاڙيندي ساٿن ساڳي هرگز به نه سلي. سروپچ نه دوستن جو اعتماد ٽوڙيو ۽ نه ئي دشمنن جو آله ڪار بڻيو اتي به هن جو هي جواب هو:

جي لوڻ لڳين لائين، چيري چيري چم
مون ڪر اڳي نه ڪيو اهڙو ڪوجهو ڪم
جان جان دعوي دم، تان تان پرٿ پنهوار سين
(شاهه)

ڏاڍ ڏمر جي قوتن ايترو ضرور محسوس ڪيو ته هي ڪچيءَ ڪر جو هرگز به ناهي، هي ان ڪڙم سان تعلق رکي ٿو جيڪي ڪُسي ويندا آهن پر ڪسي نه ڪندا آهن، سروپچ جو هئڻ هنن لاءِ انتهائي ڏکيو هو ان ڪري ئي کيس گوليون هڻي ماريو ويو جوان پٽ جو لاش ڏسي لطف ڀٽائي جو بيت پڙهيو:

جيڏيون هن جهونجهار، سڀ اجاري اڄ ڪيا. (شاهه)

سروپچ رڳو لطف کي اهو اعزاز نه بخشيو آهي، رڳو پنهنجي ستن پيڙهين کي ماڻ نه بخشيو آهي پر هن منهنجي ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ کي به هڪ نئين سڃاڻپ ڏني آهي، وطن تان وارجي وڃڻ واري ۽ پلارا ڀاڳ آهن انهن جا جيڪي پرين جي پنڌ تي پساهه پورا ڪندا آهن، ڀٽائي صاحب موجب اهڙن انسانن کي

ديت ۾ دوست پلئہ پوندا آهن ۽ سرويچ جي خون بها سنڌ جي آزاديءَ جي صورت ۾ اوس ملڻي آهي

مارگ جي مرن، وڏا طالع تن جا.

اڄ سنڌ جو ٻچو ٻچو سرويچ آهي ۽ ڏاڍ پوڻن لاءِ زندهہ سرويچ کان شهيد سرويچ وڌيڪ خطرناڪ ثابت ٿيندو جنهن جي پر پاڙڻ لاءِ هزارين پروانا پهچي ويا آهن

اڳيان اڏين وٽ، پوين سر سنباهيا
ڪاٽ تہ پوءِ قبول ۾، مڇڻ پائين گهٽ
متا مهائين جا، پيا نہ پسين پٽ!
ڪلاڙڪي هٽ، ڪسڻ جو ڪوپ وهي.

(شهيد سرويچ پيرزادي جي 23 سالگرهہ تي پڙهيل)

# ماري مرين شال!

ڊاڪٽر گدا حسين شاهه

ماري مرين شال! ڏٻ وَڃَنئِي ڏيهُون،
جِئن تو اڇي ڪال، وِڏو وِڃُ وِرهَن ڪي.

جيئن تہ اڄ جو هي ميڙاڪو رياستي ادارن جي هٿان بي ڏوهہ ۽ بي خطا شهيد ٿيندڙ سنڌ جي نوجوان قومي ڪارڪن ڪي پيتا ۽ سندن پونئيرن سان تعزيت جي سلسلي ۾ سنڌي ادبي سنگت شاخ ڏوڪري طرفان "شهيدن جي پٽائيءَ سان تعزيت" جي سِري هيٺ ڪوٺايو ويو آهي. جنهن جي توسط سان آءٌ سنڌ جي ڳيرو شهيد جي والدين ۽ پونئيرن سان تعزيت عرض رکندي پٽائيءَ جي شاعريءَ سان دلي ڏک ۽ غم جو اظهار ڪيان ٿو جن پنهنجو لهو سٽُ، ساهہ ۽ ويساهہ ڏئي سنڌ جي سينڌ سنواري.

مون سڏينديي سڏڙا، ساٿي سڏُ نہ ڏين،
وَلَهِيءَ جي وٿاڻ تي، توڙَ نہ تنوارين،
هيڏا هاڃا ٿين، ٻُري هن پنيور ۾.

ڏونگر! ڏکوين ڪي، ڳَل نہ سڪا ڳوڙها،
هُو جي پَهَڻَ پٻَ جا، سي پڇي ٿيا پورا،
گوندر جا گهوڙا، وجن جان جدا ڪيو.

اديون! اڳهي آهيان، پريُن پڃاڻان،
سَي ڪوهيارا ڪيڻ ويا، ساڃَنَ سياڻا،
جي سسئيءَ سيباڻا، سي وڃي ڪيچ قراريا.

سنڌ جي قومي ڪارڪنن ڪي جنهن سفاڪيءَ ۽ بربريت سان شهيد ڪري سندن چچريل لاش لاوارثن جيان روڊن رستن تي اڇلايا وڃن ٿا ان سان رياستي ادارن جي نااهلي، سندن خوف ۽ بوکلاهٽ جي پٽ وائکي ٿي آهي. سنڌ جي جائز حقن جي حاصلات لاءِ آواز اٿارڻ جي ڏوهہ ۾ معصوم قومي ڪارڪنن

جا عدالت کان مٿاهان قتل ظاهر ڪن ٿا تہ هي رياست بري طرح ناڪام ٿي چڪي آهي. جتي آئين، قانون ۽ انساني حقن جي انحرافيءَ جو رياستي ادارن ۽ عسڪري قوتن کي چٽ تہ لائسنس ڏنو ويو آهي. وڏن وڏن دهشتگردن کي بہ گرفتار ڪرڻ کانپوءِ سندن ٽرائل ڪيو وڃي ٿو عدالتن ۾ سندن ڪيس هلايا وڃن ٿا انهن کي بہ ائين بيدرديءَ سان نٿو ماريو وڃي تہ پوءِ صرف سنڌ جي معصوم قومي ڪارڪنن سان ايڏو وڏو جبر ۽ انياءُ ڇو؟ بي لغام رياستي ادارن جي اهڙي ظلم ۽ بربريت تي دنيا جون انساني حقن لاءِ آواز اٿاريندڙ تنظيمون ۽ ادارا ڇو خاموش آهن؟ ڇو سنڌ کي مقتل گاهہ بڻايو ويو آهي؟ ڇو سنڌ ڌرتيءَ جي مائرن جون جهوليون ويران ڪري سندن اکين مان نہ کٽندڙ ڳوڙهن جا سيلاب وهايا ويا آهن؟ ڇو پيٽائيءَ جي پوڻ کي سنڌس سپوتن جي سرخ خون سان ڳاڙهو ڪيو ويو آهي؟

تپي ڪنڌين ڪوهُ؟ ڏونگر ڏکوين کي،
تون جي پَهڻَ پَٻَ جا، تہ لڳ منهنجا لوهہ،
ڪنهنجو ڪونهي ڏوهہ، اَمُڙ مون سِين ائِين ڪيو.

اڄو تہ گڏجي وقت جي حاڪمن کان اهيو سوال ڪيون تہ آخر اهيو ڪارو قانون ۽ امتيازي سلوڪ صرف سنڌي ماڻهن لاءِ ڇو؟ ڪٿي آهي توهانجي رياستي رِٽ، ڪٿي آهي توهان جو ”رول آف لا“ جڏهن طاهر القادري ۽ عمران خان جا ڌرڻا ۽ رياست جي خلاف برملا انهن جي بغاوت ۽ انقلاب جا بيِنڊ باجا نہ صرف اوهانجي اقتدار ۽ ايوانن جا پاري برج لوڏي ڇڏن ٿا بلڪ ديده دليريءَ سان پارليامينٽ ۽ پي ٽي وي جهڙن حساس قومي ادارن تي حملا ڪري نہ صرف قومي تشخص جو جنازو ڪڍن ٿا پر اوهانجي رياستي رٽ کي بہ کلي عام للڪارين ٿا. پوءِ انهن کي ڇو نہ ٿو قومي غدار قرار ڏنو وڃي؟ ڇو نہ ٿو انهن جي ڪارڪنن کي چِٽي ڏينهن جو کنيي گم ڪيو وڃي؟ صرف سنڌ جي معصوم قومي ڪارڪنن لاءِ ايڪشترا جڊيشل ڪلنگ ڇو؟ ڇو سنڌ جي سينڌ ۾ سندور بجاءِ گهوٽن جو سرخ خون اوتيو وڃي ٿو؟ اڄو تہ توهان ۽ اسانجي ووٽن ذريعي اقتدار جي ايوانن ۾ ويٺل سنڌي سياستدانن کان سوال ڪيون تہ اوهانجي زبانن تي چُپ جا تالا ڇو آهن؟ اوهان ڪهڙين مجبورين ۽ مصلحتن جون زنجيرون پائي هن سنڌ جي اوکي درد تہ آواز اٿارڻ کان قاصر بڻيل آهيو؟ آخر ڪيستائين لطف پيرزادي جهڙو لطيف شناس، صوفي ۽ محبتي منش انسان پنهنجي جگر جي گوشي شهيد

سرويچ پيرزادي جو لاش وصول ڪندي دل تي پٿر رکي سنڌ جي آجپي ۽ خوشحاليءَ جا خواب اکين ۾ سجائي هي شعر ورجائيندو:

سِرُ يار جي قدمن تان فدا ٿيو تہ بجا ٿيو
حق عشق جو ائين جي ادا ٿيو تہ بجا ٿيو.

لطف اچ جڏهن پنهنجي ڪونڌر پٽ جي قبر جي مٿان ويندو هوندو تہ يتائيءَ جون هي سٽون ضرور ورجائيندو هوندو ۽ يتائيءَ کي دردِ دل جي دانهن ڏيندو هوندو.

سُتي پَون چِرڪ، آيل! پاروچن جا،
وَمَ وِهاتي وَوا! ڙي! ڪوهياري ڪِرڪَ،
ڏڙُ ڏوٽيو تنهن ڏڪَ، جَڏِيءَ جِئڻُ نہ ٿئي.

آخر ۾ آءٌ سنڌي ادبي سنگت جي پليٽ فارم تان وقت جي حڪمرانن، عالمي انساني حقن جي علمبردار ادارن، تنظيمن، اقوامِ متحده ۽ سپريم ڪورٽ آف پاڪستان کي پروزر اپيل ٿو ڪيان تہ سنڌ ۾ ٿيندڙ قومي ڪارڪنن جي ايڪسٽرا جديشل ڪلنگ جو نوٽيس ورتو وڃي ۽ شهيدن جي وارثن سان پورو پورو انصاف ڪيو وڃي.

وارو! وير اڳِيُن کي، ويلَ مَ وِساريج،
قَدَمُ ڪاپَڙِيُن جا، لِيلائي لهيج،
پِيرَڙَ پَسيو پَٽَ جِي، وَڃَنَ کي وڃيج،
راتون ڏينهن رڙهيج، آئون نہ جِئندي اُن ري.

(تاريخ 21 ڊسمبر 2014ع سنڌ ادبي سنگت شاخ ڏوڪري پاران "شهيدن جي يتائيءَ سان تعزيت" جي عنوان هيٺ ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ ۾ ڪرايل پروگرام ۾ پڙهيل مقالو)

# ريج رت جو ڪي راڻا ڏين

ڪامريڊ عرس سيلرو

نہ جي گهوٽ گهوڙي ڪڏهن ڪي چڙهن، نہ جي ريج رت جو ڪي راڻا ڏين

تہ ڪر ظلم جي رات هميشہ رهي، ڌرتيون ۽ سر تيون سدا سنڌ رهن

سرويچ عرف ويچو پيرزادو ويهن سالن جي ڀيرو جواني ۾ شهيد ٿيڻ تي پيرزادا برادريءَ جو ڳاٽ اوچو ڪري ويو هونئن بہ ٻلهڙيجي تاريخي ڳوٺن مان هڪ آهي، جنهن ڪي 70 ۽ 80 ڏهاڪي ۾ لٽل ماسڪو جي نالي سان سڏيو ويندو هو سياسي ۽ نصابي تعليم ۾ تمام گهڻو مشهور ڳوٺ سڏيو ويندو آهي، جتان جون مشهور شخصيتون انور پيرزادو ۽ ان جي پرسان پنڊي ۾ رهندڙ ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي جو ٻلهڙيجي ۾ اچڻ وڃڻ هجي، اتي ان جي اچڻ وڃڻ جي ڪري اڪثر ٻلهڙيجي جي ماڻهن جو ڪميونسٽ پارٽي سان تعلق رهيو جنهن ۾ سرويچ جي والد لطف پيرزادي جو تعلق بہ ڪميونسٽ پارٽي سان هيو ۽ ان پليٽ فارم تان بہ دفعا ڪراچي مان گرفتار ٿيو 1979ع ۾ مشهور انقلابي اڳواڻ ڪامريڊ جام ساقي جي آزادي لاءِ چاڪنگ ڪندي گرفتار ٿيو جيڪو 6 مهينا جيل ڪاٽي آزاد ٿيو ٻيو ڀيرو سياسي مواد جي ڪري ان جي گهر تي ڇاپو لڳو جنهن ۾ مشهور سياسي ڪارڪن ڪامريڊ غلام حسين شر بہ گرفتار ٿيو جيڪو سرڪار ڪي ڪيترن ئي سياسي ڪيسن ۾ گهربل هو زلف پيرزادو بہ انهن سميت گرفتار ٿيو هو ۽ جن ڪي ڊراماڻي انداز ۾ ڳوٺ جو هڪ ڏنار ڇاڏائي آزاد ڪرايو ويو جڏهن سي آئي اي پوليس ڪي خبر پئي تہ اهو غلام حسين شر هيو تہ هنن لطف پيرزادي مٿان ڪاوڙجي هڪ سال بامشقت سزا ڏني ۽ 6 سيپٽمبر 1980 تي ڪيس 15 ڪوڙا سينٽرل جيل ڪراچي ۾ هنيا ويا،

ان دوران الذوالفقار وارن جهاز هاءِ جيڪ ڪري گهر ڪئي هئي تہ سياسي قيدين ڪي آزاد ڪيو وڃي، جنهن ۾ لطف پيرزادي جو نالو بہ شامل هو پر هن پنهنجي ڌرتي سان محبت جو ثبوت ڏيندي جواب ڏنو تہ آءُ ٻاهر ڪونہ ويندس،

مارشل لا جي خلاف جيڪي ويڙهه وڙهيا اهي به زنده آهن پر اڄ جي جمهوري دور ۾ سنڌ جا نوجوان ڪنهن گم ڪري شهيد ڪيا ٿا وڃن. جنهن تي سنڌ جون مائرون هنج روئي رهيون آهن. سرائي قربان جي شهادت واري واقعي دوران جڏهن شهدادڪوٽ آيو ته مون وٽ اچي رهيو ۽ مان هن کي تمام جذباتي ڏٺو ته سنڌ جي ماڻهن سان ايڏو ظلم ڇو پيو ٿئي، مون هن کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي پر هو تمام جذباتي انداز ۾ بحث ڪندو رهيو جيڪو آئون لطف پيرزادي سان به ذڪر ڪري چڪو هئس. روزگار سانگي نڪتل سرويچ کي 11 سيپٽمبر 2014 تي ڪراچي جي صدر مان ڪنهن گم ڪيو ويو ۽ پهرين ڊسمبر 2014 تي سندس تشدد ٿيل لاش نوري آباد اڇلايو ويو.

اهڙي جمهوري دور ۾ سنڌي ماڻهن سان اهڙي ناانصافي ٿيندي رهي ته پوءِ جمهوريت تان ماڻهن جو ويساهه ختم ٿي ويندو ان قسم جون ڪارروايون سنڌ ۽ بلوچستان جي ماڻهن سان ڇو پيش ٿي رهيون آهن؟!!

لطف پيرزادو پتائي جو پارڪو ۽ موهن جي دڙي جي تاريخ جي سار سنڀال ڪندڙ ظالم ضيائي مارشلائن سان مهاڏو اٽڪائيندڙ سياسي ڪارڪن هئڻ باوجود سندس پٽ وري به نالو روشن ڪيو آهي. تاريخ اندر اهڙا گهٽ واقعا سامهون ايندا آهن جو ڪوبه اولاد ڀوهه جواني واري زندگي جي دور ۾ شهيد ٿيو هجي ۽ ايئن امر ٿي ويو هجي جو ماڻهو ان جي پيءُ کي به ان جي پٽ جي نالي سان ياد ڪن.

سرويچ جي امڙ سرويچ کي ڪنهن گم ڪرڻ دوران پنهنجي وس ڪان ڪين گهٽايو. صلاتن جا لک به ڪيڙايا ۽ قرآن جا ختم به ڪرايا. پيرن تي به پڙ باسيا. قانون جا در به کڙڪايا. ڪورٽن جي پيشن جي باوجود به هن کي پٽ جو تشدد ٿيل لاش مليو. لطف ته پتائي جي بيتن جو سهارو وٺي پنهنجي پاڻ کي هن عظيم صدمي مان ٿوري حد تائين ٻاهر ڪڍي ٿو پر پيڻ اوهان به صبر ڪيو ڇو ته سرويچ اوهان لاءِ هميشه ڳڀرو نوجوان رهندو.

( 24 جنوري 2015 تي روزاني عوامي آواز ۾ شايع ٿيل )

# سرويچ کي فيس بڪ تي پيتا

مير سليم سنائي

پهرين ڊسمبر 2014

آه. بابل سرويچ منهنجا بابل!
منهنجي پٽ سرويچ پيرزادي کي شهيد ڪيو ويو آهي.

❋

سرويچ جي امڙ منهنجي منڙي پيڻ، لطف منهنجا دلبر پاءُ، سرويچ جي جدائيءَ جو هي هيڏو ڳرو پهاڙ ڪيئن ڪٽي سگهنداسين!!!

❋

چاچو مان به پنهنجي محبوب يار ڏي هليو ويندم، مون کي شهيد ضامن شاهه ڪانسواءِ ننڊ ئي نٿي اچي. ( سرويچ پيرزادي شهيد جو مونکي موڪليل هڪ ميسيج)

❋

تنهنجي بازيابيءَ لاءِ سڄي جهان ۾ ڪو هڪ در به اهڙو نه بچيو هو جيڪو نه کڙڪايوسين. پوءِ به توکان شرمسار آهيون جو تنهنجي حياتي بچائي نه سگهياسين.

سرويچ منهنجا پيارا پٽڙا.

اڄ تنهنجي جسم تي ئي نه پر سڄي سنڌ جي وجود تي موت جهڙي سانت ڇانيئل آهي.

جيڪا قوم پنهنجي پٽڙن جي الهڙ جوانيئن کي بچائي نه سگهندي هجي ان کي به ڪا زنده قوم چئبو ڇا؟

❋

يا حسين ڪربلاءَ، ڪربلاءَ، ڪربلاءَ، ڪربلا.

❋

پاءُ ياد اٿيئي، 36 ورهيه اڳ مون توکي پناهه ڏيئي تنهنجي حياتي

بچائي هئي، هاڻي تون منهنجيٰ پٽ جي حياتي بچائي پاڻ تان منهنجو قرض لاهه. ( سرويچ جي امڙ)

تنهنجي لال کي بچائڻ جون سوين نه پر هزارين ڪوششون ڪيئم پر ڪيس بچائي نه سگهيس، پر توسان جوانن وارو وعدو آهي ۽ شهيد جي جسم تي سفاڪ دشمن هٿان لڳايل هر زخم ۽ هر گهاوءَ جو قسم آهي ته تنهنجي ۽ سنڌ جي لال جي خون جو پلاند ڪرڻ تائين ڪو ملڪ الموت ڪو به امر الهي مون کي ماري نه سگهندو.

❊

چاچو، گواهه رهجو مان به شهيد ٿيندس، سرويچ جي زبان تي بار بار اهيا ئي وائي رهندي هئي.

بس ڪر، توکي شهيد ٿيڻ نه ڏيندس، سنڌ کي هاڻي شهيدن جي نه پر غازيئن جي ضرورت آهي، سرويچ ڏسجانءِ تون غازي بڻبين. ۽ تون جيتي وئين، تون پنهنجي زبان جي پٽ پاري وئين، توکي شهيد لکندي منهنجا هٿ نه پيا ورن. منهنجي غلام وطن جا غازي سرويچ ! منهنجي جگر جا ٽڪڙا. منهنجا منڙا پٽ سرويچ پٽ، سرواڻ پٽ شهيد پٽ

❊

تنهنجو بابا لطف پيرزادو پنهنجي ڏبري جسم تي جرنيل ضياءَ جي انڌيري راڄ ۾ هڪ سئو ڪوڙن جا گهاوءَ ته خوشيءَ سان سهي ويو، مرشد لطيف جيٰ مقدس رسالي جو ياد حافظ منهنجي حياتيٰ جو محبوب يار جيڪو اڳيئي هڏيئن جو پنجرو بڻيئل آهي، هي هيڏو گهرو گهاوءَ ڪيئن سهي سگهندو. اهو سوچيندي ئي اندر اڏما ٿو ڪائي.

❊

سرويچ شهيد جو بابا لطف پيرزادو چوي ٿو.

ڪانڌ منهن ۾ ڏڪڙا، آئون سيڪيندي سونهان

مرشد لطيف منهنجو واهي آهي.

سرويچ پيرزادو موهن جي دڙي جو پهريون شهيد آهي. پلهڙيجي جو هي پلوان شهزادو موهن جي دڙي پرسان ڄائو هو. اڄ پنهنجي مٽيءَ جو مان مٿاهون ڪري ويو آهي.

❊

سنڌي ميڊيا جا ڪسي، بزدل، ويڪائو ۽ ٽڪي جي خسيس سستي شهرت جا بکيا بگهڙوءَ ۽ گيدي گدڙوءَ حقيقي ايڪتا سنڌ جي هنن سرويچ شهزادن پٽن سان ملهايو جن جا گهاوءَ گهاوءُ زخمن سان پروٽيئل جوان ريتي رت ۾ رنگيئل لاش ڏسي اڄ پٽ ڌٽيءَ جو روح به رڙي اٿيو آهي.

❊

تنهنجي مٽيءَ منجهه ملان جي، آئون پاڳ پليرا پانيان.
موهن جي دڙي جي مٽيءَ جو خمير شهيد سرويچ پيرزادو سياٽي اڱاري ڏينهن جي روشن صبح جو پٽائي سرڪار جي بيتن ۽ وائين جي گونج ۾ موهن جي دڙي پرسان ٻلهڙيجيءَ ۾ مٽيءَ ماءُ جي سپرد ڪيو ويندو.
موهن جي مٽيءَ جا مالڪو سنڌ وطن جا وارثو. سنڌ جي صديئن جي شجائت، دليري ۽ غيرت جي علامت ۽ نشان هن لاش کي ڪلهو ڏيو سنڌ جي سورهيه سرويچ پٽ جي چچريئل لاش جي مالڪي ڪريو ان کان اڳ جو سڄي سنڌ موهن جي دڙو ٻڻائي وڃي ۽ توهان جا لاوارث لاش سنڌ جي گليئن ۾ ڳرندا رهن.

❊

تو ڪپيا ڪنڌ سرويچن جا،
نيٺ ته تنهنجو وارو اچڻو آ.

ياد رکو. سنڌ جي سورهيه سرويچ پٽ جي چچريئل لاش تي اڄ جيڪو به خاموش آهي، اهو نه صرف قومي ڏوهاري آهي پر سياٽي پنهنجي لاش تي موت جهڙي ماٺار جو خود به ذميوار آهي.

❊❊❊

## ٻه ڊسمبر 2014

*لطف پیرزادہ نے بیس سالہ نوجوان بیٹے کی لاش سندھ کے مزاحمتی اور صوفی شاعر شاہ عنایت کا یہ شعر پڑھ کر وصول کی۔*

*” ایک سر تھا، وہ بھی یار کے قدموں میں فدا کیا۔ چلو یہ قرض بھی ادا ہو گیا“۔*

❊

فيس بڪ جا دوستو. اچو ته سنڌ جي شهزادن پٽن جي قتل ناحق تي غم، غصي، سوڳ ۽ ڪروڌ جو اظهار ڪري پنهنجي پروفائل پڪچر تي ڪارو جهنڊو هٽي قاتلن کي ڏيکاريون ته سنڌ جي هر فرزند زمين جي دل ۾ پنهنجي

پٽڙن ۾ پائرن جي بي گناهہ خون جو تڏو وڇايئل آهي.

❊

هاڻي فيصلو توهان جو آهي. پاڪستاني فاشي رياستي ادارن فيصلو ڪري ورتو آهي تہ هو ڪنهن بہ پارٽي جي فرق ڪانسواءِ سنڌ جي هر آواز کي بيدردي سان ڪچليندا پوءِ پل ڪير ڳاڙهي جهنڊي وارو يا پن يا ٽن رنگن واري جهنڊي سان تعلق رکندو هجي.

سنڌيوا رياستي خونخوار ادارا پنهنجو فيصلو ڪري چڪا آهن. هاڻي دير صرف توهان جي فيصلي جي آهي، اگر پنهنجي وطن جي ئي نہ پنهنجي وجود جي بہ بقاءَ چاهيو ٿا تہ بناءَ ڪنهن وقت وڃائڻ جي هڪدم مڙي هڪ مٺ ٿيو.

ياد رکو ان هڪ حل کان سواءِ توهان ۾ توهانجي وجود جي ڪا بہ پي ضمانت ناهي.

❊❊❊



ٻلهڙيجي: شهيد سرويچ پيرزادو ڄڻيءَ ڏهاڙي ماءُ جي هنج ۾



ٻلهڙيجي: شهيد سرويچ پنهنجي سڪا تي ڏاڏي ۽ پيءُ سان گڏ



ڪراچي: گهر ڀاتين سان گڏ گروپ ڦوٽو




سچل ڳوٺ: ڪتابي ميلي ۾ ورتل تصوير



ڪوڪراپار: شهيد حڪيم نوتيار جي مزار تي حاضري ڀريندي



ملير: شهيد اسد عباسيءَ جي مزار تي حاضري ڀريندي




ڪراچي: پريس ڪلب آڏو ڪردن جي حمايت ۾ احتجاج ڪندي



ڪراچي: جسقم جي فريڊم مارچ ۾ شرڪت لاءِ ساٿين سان گڏ ايندي




ڪراچي: پريس ڪلب آڏو شهيد مظفر ڀٽي کي ڀيٽا ڏيندي




سچل ڳوٺ: قومي ڪارڪنن جي ڪنيجڻ خلاف ٿيل احتجاج




ڪراچي: شهيد سرويچ جي ڪنيجڻ خلاف ٿيل احتجاج



حيدرآباد: سول اسپتال ۾ سرويچ جي پڪي سنڌس مڙھ مٿان هنجون هاريندي

# پيٺائي جي فقير
# ۽ شهيد سرويچ پيرزادي جي والد
# لطف پيرزادو سان ڳالهه ٻولهه

ڳالهه ٻولهه: اقرار پيرزادو

سوال : سرويچ جي گمشدگي واري ڏينهن کان وٺي سندس لاش ملڻ تائين وارو عرصو ڪيئن گذريو؟؟

جواب : سرويچ جي گمشدگي وارا اهي 80 ڏينهن وڏي اضطراب ۾ پيڙا ۾ گذريا، سچ پچ تہ هن جي گرفتاري جيءَ جهوري وڌو هو ۽ منهنجا حوصلا پست ڪري وڌا هئا، اسان هن جي پارٽي "جسمر" وارن کي بہ جهلي ڇڏيو هو تہ اهي سرويچ کي پنهنجي پارٽي ميمبر طور ظاهر نہ ڪن .گهر ۾ روج راڙو ۽ اوسارا هئا اسان گهر اندر ياسين سڳوريءَ جو ورد ڪندا هئاسين، وظيفا ۽ صلوات پڙهندا هئاسين، قران شريف جا ختما ڪيندا هئاسون، سڄي خاندان کي وٺي پيٺائي سرڪار کي دانهن ڏنم، اتي ڪٽيءَ جو وند ڪيوسين دعا پڙهي سين، پيٺائي صاحب جي درگاهه تي وائي پڙڻ دوران بيتن مان وصال جي واڏائي ايندي هئي.

متان ٿيئن ملور ڪي اڳانهون آهان

.......

آنديون ڪانگ قريب جون، اڄ واڌايون واهه

........

پنيم اميدون، سي ئي سجڻ آئيان

پيٺائي صاحب وڏا قرب ڪري ڇڏيا اسان حوصلو هاري ويٺا هئاسين ۽ ڪائنس پستي طلب ڪري رهيا هئاسين، ۽ هن اسان کي بلندي عطا ڪري ڇڏي، شهادت جو رتبو تمام ٿورڙن ماڻهن کي نصيب ٿيندو آهي.

ٿلهي ۾ ٿوري، ويچاري سين وڙ ٿيو

سرويچ ساٿين جو اعتماد ٿوڙڻ بدران موت ماڻي پنهنجي سٿن پيڙهن جا داغ ڌوئي ڇڏيا، باقي هن جو سور تہ سڄي عمر ساڻ رهندم، اسان جي مرشد جي طريقت مطابق وڇوڙو ئي ميلاپ آهي، هو دادلا دوست ڪهائي ڇڏيندو آهي،

محبن کي مارائيندو آهي، بحرال اهڙي سعادت ستن پيڙهين مان فقط سرويچ جو نصيب بڻي.

سوال : ڇا توهان کي پڪ هئي تہ رهزن سرويچ کي شهيد ڪري ڇڏيندا ؟

جواب : نہ ، مونکي پڪ هئي تہ هو واپس ايندو ڇاڪاڻ جو انهن ڏرين پنهنجي پڳهاردارن هٿان اسان سان رابطو ڪري ٻڌايو هو تہ " اسان سرويچ جي آزاديءَ لاءِ ڪنهن بہ قسم جو احتجاج نہ ڪيون ۽ نہ ئي پريس ۾ اهڙي ڳالهہ آڻيون پر سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سرويچ جي آزادي لاءِ احتجاجي مظاهرا ٿيا، بينرن تي ان جون تصويرون هنيون ويون، اخبارن ۾ ڪالم شايع ٿيا، ايڊيٽوريل لکيا ويا، ادبي، سياسي جسلن ۾ ان جي آزادي جا نهراءَ پاس ٿيا. يو اين او پاران ان جي آزادي جي گهر ڪئي وئي، ورلڊ سنڌي ڪانگريس، سانا ۽ سنڌ جي ٻين عالمي تنظيمن ان جي آزادي لاءِ مطالبا ڪيا. ظاهر آهي اسان هر ڪنهن کي ان لاءِ منع نہ پيا ڪري سگهون.

ايتري حد تائين ٻڌايو ويو تہ سرويچ تي ڪوبہ خون جهڙو الزام ناهي، ان ڪري ڪيس قتل نہ ڪيو ويندو هڪ رٽائرڊ فوجي آفيسر ايترو بہ ٻڌايو تہ اهڙي قسم جا "12 ملڪ دشمن هڪ ڇاوڻي اندر موجود آهن، پر اوهان لاءِ اها خوشخبري آهي تہ توهان جو ڇوڪرو زندهہ آهي، ان کان پڇا ڳاڇا هلي رهي آهي ۽ جيئرو ئي واپس ورندو. عدالت ۾ سرويچ جي ماءُ پنهنجا نير نہ روڪي سگهي تہ اتي هڪ پوليس آفيسر سندس مٿي تي هٿ رکي چيو "امان روئين ڇو ٿي، تنهنجو پٽ تہ زندهہ آهي، ان وقت سرويچ جي ماءُ مونکي چيو تہ هتي موجود سيني ماڻهن کي پلي پت خبر آهي تہ سرويچ ڪنهن وٽ ۽ ڪٿي آهي. اهو ئي سبب هو جو پهرين ڊسمبر جي رات جو ٻئي وڳي ئي منهنجي پٽ شعور کي سرويچ جي شهادت جي خبر پئجي وئي هئي پر منهنجي دل نہ مڃيو صبح جو 10 وڳي تائين سرويچ جي سڃاڻپ ٿي وئي، اسپتال پهچڻ وقت بہ منهنجي دل نہ پئي مڃيو تہ اهو لاش ڪو سرويچ جو هوندو. مان اسپتال پهتس اتي سمورا سياسي ڪارڪن، مائٽ مٽ، دوست، گهڻ گهرا ۽ صحافي موجود هئا، مون ڏٺو تہ انهن 80 ڏينهن ۾ هن جي ڏاڙهي وڏي وئي هئي، ڪيس بجلي جا ڪرنٽ ڏئي، ٿڏو ڪري لونڊڙي تي گولي هڻين وئي هئي، لونڊڙي واري گهاءُ مان وهندڙ رت هن جي ڏاڙهي کي رڱي ڇڏيو هو ۽ هن جا ڏند بہ ڏاڙهو گل جيئن لال ٿي چڪا هئا.

ڇا تہ پناڻي جي اک آهي " ڏاڙهي رت رتياس، ڏند تہ ڏاڙهون گل جيئن "

ان وقت جسمر ڪارڪن ڪهاڙي وارا جهنڊا ڪڻي سرويچ کي سلامي ڏيڻ لاءِ پهچي ويا ۽ مون کين سرويچ کان پري رهڻ لاءِ چيو ان وقت سرويچ ماءُ مونکي روڪي چيو " هنن کي نه روڪ سرويچ اسان کان وڌيڪ هن جهنڊي وارن جو هو پلي اهي سندس منهن چمن، اسان سرويچ جي زندگي بچائڻ لاءِ کيس هن جهنڊي کان پري رکڻ جي ڪيتري نه ڪوشش ڪئي، ٿياسون ڪامياب؟! هاڻ هن جهنڊي وارن کان سرويچ کي پري نه ڪر. پوءِ جتي ڪٿي قومي ڪارڪن کيس پيٽا پيش ڪندا رهيا، اسان کي دير ٿي رهي هئي پر سرويچ جي ماءُ جتي ڪٿي اهيو چئي رهي هئي ته پلي سندس ساٿي کيس ڀوءَ سان ڏسن.

سوال : ڇا توهان پنهي پيءُ پٽن ۾ بحث مباحثا ٿيندا رهندا هئا ؟

جواب : بلڪل ٿيندا هئا، مخالفت جا، حمايت جا، معني، فلسفو مقصيدت ، ظاهري ۽ معنوي پهلوئن تي الاهي سارا بحث ٿيندا هئا، هنن جي حڪمت عملين تي، طريقيڪار تي قال مقال ٿيندي رهندي هئي ته توهان جي اسٽرينگٿ ڪيتري آهي، توهان جيترو نعرو هڻو ٿا، جيتري دعوي ڪيو ٿا، زميني حقيقتن موجب ان تي پورا لهو ٿا يا نه. مان کين چوندو هئس ته اوهان جيستائين عوام ۾ نه لهندا تيستائين پنهنجو مقصد نه ٿا ماڻي سگهو. ڇاڪاڻ ته هيڏي لڙائي ۾ توهان کي پناهه ڪير ڏيندو ان لاءِ گهٽي کان گهٽا پنهجا حمايتي پيدا ڪرڻ گهرجن . اسان کي عوام جي حمايت حاصل ڪرڻي آهي، ماڻهو پيدا ڪرڻا آهن، جيڪي اسان جي موقف جي حمايت ڪن، جيئن اسان سوچون ٿا تيئن سوچين، جيئن اسان چاهيون ٿا تيئن چاهين.

سرويچ کي پنهنجي شهادت جي پوري پڪ هئي مون کيس پرڏيهه موڪلڻ جي آڇ ڪئي جيڪا هن رد ڪري ڇڏي سندس دوست شهيد ٿي چڪا هئا، يا وري جيلن ۾ واڙيل هئا ۽ هي چوي پيو ته هيڙي ڏکئي وقت ۾پٺ تي پير ڪرڻ منهنجي ريت ناهي، جڏهن منير چوليائيءَ کي شهيد ڪيو ويو تڏهن پنهنجي ننڍي ڀيڻ کي چيائين "ته منير معذور هو ويل چيئر تي گهمندو هو ان کي ئي نه ڇڏيائون ته اهي اسان کي ڪٿي ڇڏيندا!! ان ڪري اوهان کي اهڙي خبر لاءِ تيار رهڻو آهي.

مونکي پڪ هئي ته . دشمن کيس ضرور ڪنيندا ان ڪري مان ساڻس ان مسئلي تي ڪچهري ڪندو هئس، پنهنجا، پنهنجي دوستن جا تجربا ٻڌائيندو هئس، جيڪي آرمي ڪئمپن ۾ رهي چڪا هئا. کيس ٻڌائيندو هئس ته وڏين ڳالهين کان ٿيڙڻ لاءِ ساڻن ڪجهه ننڍيون ڳالهيون سچ ٻڌائيون پونديون.

يار مان تہ اهي پور پچائي رهيو هئس تہ جڏهن واپس ايندو تہ ڪائنس پڇندم" ڏي حوال دوست سياست ۾ مزو آهي ؟" اسان اهي بہ انومان طاهر ڪندا هئاسين تہ واپس اچي سرويچ سياست تان دستبردار ٿيندو يا شهيد افضل پنهور وانگر ڳجهن ادارن خلاف پريس ڪانفرنس ڪري پيهر ميدان تي لهندو؟!.

سوال : ڇا توهان سمجهيو ٿا تہ پاڪستان جي عدالت ۽ مسنگ پرسنز ڪميشن ان حوالي سان انصاف ڪندي؟

جواب : انهن ادارن مان انصاف جي ڪابہ اميد ڪانهي، عدالت سڳوري سرويچ کي بازياب ڪرائڻ جو حڪم ڏنو تہ ان جو لاش ڏنو ويو. تازي رپورٽ مطابق مسنگ پرسن ڪميشن سرويچ جو فائيل بند ڪري ان کي بازياب ڄاڻايو آهي، جڏهن تہ سرويچ جو مڙهہ بازياب ٿيو آهي. عدالت سڳوري کي سڀ خبر آهي تہ روڊن رستن تان، ماڻهو گم ڪندڙ ۽ انهن جا چچريل لاش ڏيندڙ ڪير آهن، پر اهي عدالت کان وڌيڪ طاقتور آهن. اسان جڏهن ايجنسيءَ جو نالو کڻندا هئاسين تڏهن اسان کي چيو ويندو هو تہ " اوهان وٽ ڪهڙو ثبوت آهي تہ اوهان جو ڇوڪرو آءِ ايس آءِ يا ايم آءِ وٽ آهي سو اسان کي هي قانون هي ڪورٽون، هي ڪميشنون انصاف نہ ٿا ڏئي سگهن باقي مونکي تاريخ جي انصاف تي مڪمل پڪ آهي.

سوال : ڀلا اسان جي بي هٿيار نوجوانن کي ماري رات جا رهزن ڪهڙو مقصد ماڻڻ گهرن ٿا ؟

جواب : اصل ۾ هي انتهائي پاڙيا ۽ عربن وانگر انتڪامي جذبو رکندڙ آهن، سنڌي ماڻهو جيڪو ڪهاڙي ۽ لٺ کڻندو آهي، ان جا هڪ صدي اندر فوج سان 3 جهيڙا ٿيل آهن، انگريزن جي دور ۾ هي ماڻهو سندن نوڪريءَ ڪندڙ هئا، جن سان سنڌ جي آزادي پسند حرن وڏيون چوٽون کاڌيون، حر گوريلا تحريڪ وقت سي آءِ ڊي جي چيف رهندڙ جنرل فلپ لکيو آهي تہ، جيڪڏهن پنجابي فوج نہ هجي هان تہ اسان نہ تہ ڪلڪتي ۾ بابو سڀاش چندر بوس خلاف ڪامياب ٿيون هان ۽ نہ ئي وري سنڌ ۾ حر تحريڪ خلاف ڪاميابي ماڻيون ها، ان ڪري اسان 1935 ۾ سکر بئراج جون زمينون پنجابي فوجين کي تحفي ۾ ڏنيون ۽ 1947 ع ۾ سمورو پاڪستان پنهنجي وفاداريءَ عيوض پنجابي فوج جي حوالي ڪيو. سنڌي ماڻهن 1983 ۾ بہ پاڪستان آرمي کي ڏينهن جا تارا ڏيکاريا ۽ ان کان پوءِ 10 سالن تائين سنڌ جي ڌاڙيلن ساڻن معرڪا ڪيا جن ۾ هنن جا لاش پنجاب پهتا ۽ ان جي بدلي ۾ هنن عام ڳوٺاڻن ماڻهن کي مارڻ شروع

ڪيو اهي سڀ ڳالهيون هنن کي ياد آهن، سندن حافظو ڏاڍو تيز آهي، جيڪا هنن جي تزليل ٿي آ هي ۽ سنڌي ماڻهن جيڪو هنن کي تف تائيم ڏنو آهي اهو کين ياد آهي ۽ هو ان جي پلاند جي تياريں ۾ آهن.

سوال : نوجوانن جي شهادتن جو نتيجو آخر ڪهڙو نڪرندو؟

جواب : هي ماڻهو سمجهن ٿا ته لاش ڪرڻ سان سنڌ ۾ خوف پيدا ٿيندو ۽ اهڙي ڪابه تحريڪ نه هلندي جنهن ۾ سندن بادشاهي برقرار نه رهي سگهي. ان ڪري هنن لاشن ڪيرائڻ جو سلسلو تيز ڪري ڇڏيو آهي، پر سنڌي قوم کي شهادتن مايوسي بدران اتساهه ڏنو آهي، سنڌي قوم ۾ ڪاوڙ ۽ ڪرود پيدا ٿيو آهي ۽ سڄي سنڌ شهيدن جي ڪلهي ڪانڌي ٿي آهي، شهادتن جو درد سيني سنڌي ماڻهن محسوس ڪيو آهي ۽ دشمن محسوس ڪري ورتو آهي ته هي سنڌي ماڻهو موت کان ڊڄڻ وارا ناهن " هي ويچارا ڀٽائي جي هن سٽ کان واقف ٿي ناهن ته :

جيئن سڙن تيئن سچ ، جيئن سڙن تيئن سنرا.

مذهب انسانيت، قانون، ان جي اجازت نه ٿو ڏئي ته ڪنهن کي گم ڪري گولي هڻي ماري ڇڏجي، جيستائين ظلم بربريت، ۽ انياءُ جاري آهي، تيستائين باغي پٽ پيدا ٿيندا رهندا، شهادتون ٿينديون رهنديون، مون کي پنهنجا عزيز چوندا هئا ته تون پنهنجي ٻارن کي ڪجهه به نه ٿو چوين ؟ مان کين چوندو هئس ته انهن کي مون نه پر ڀٽائي صاحب رسالو لکي "خراب" ڪيو آ، جي رسالو نه لکي هان ته نه اسان پنيءَ تي ڪوڙا کائون هان ۽ نه ئي منهنجا ٻار شهادتن لاءِ تيار ٿين هان، جيستائين ظالم ڌرتي تي قائم آهن تيستائين سورهه سرويچ پٽ وڙهندا ۽ شهادتون ماڻيندا رهندا.



# عاشق اجل سامهان

حفيظ پيرزادو

**شهيد** سرويچ پيرزادي جو والد سائين لطف پڏائينڊو آهي تہ جنهن تاريخ تي سرويچ جو جنم ٿيو هو اهو منجهند جو وقت هوان ڏينهن اسان جي گهر سميت سڄي ڳوٺ ۾ پاڪستاني فوج لشڪر ڪشي ڪئي هئي ڏاڙيل ڳولهڻ جي بهاني ڳوٺ جي چادر ۽ چارديواريءَ جو لانگ بوٽن سان تقدس پائمال ڪيو ويو هو. پنجابي فوج جي ڳوٺ مٿان هلندڙ ظلم دوران سرويچ جو جنم ٿيو هو. جنهن جمڻ سان ئي پنجابي فوج جي دشمني قبول ڪئي ۽ موهين جي دڙي جي عظمت خاطر دشمن سان جيهڙڻ جو فيصلو ڪيو. غلام قومن جا سرويچ ائين ئي هٿيارن جي پهرن ۾ جنگ جي ميدان ۾ جنم وٺندا آهن. شهيد سرويچ بہ ان ئي ڌرتيءَ تي پيدا ٿيو جيڪا صدين کان غاصب ۽ سامراج قوتن جي غلامي هيٺ رهي آهي. شهيد جو والد جنهن لاءِ اقرار لکيو آهي "پينگهي ۾ ئي سورن سان پيچ پائيندڙ" سچ بہ هن شخص سورن کي سامان بڻايو ۽ هر درد کي برداش جي همٿ ڏاريہ سور ۽ ڏک انهن ماڻهن ڏانهن ئي ويندا آهن جيڪي انهن سورن مان پچي راس ٿيڻ جي سگهہ رکندا آهن. سائين لطف بہ سورن مان نرواڻ حاصل ڪئي آهي. اڄ هو اسان جي وچ ۾ انيڪ سورن ۽ بي بها خوشين سان نروار آهي .هن پنهنجا سڀ فرض ادا ڪيا، اهي سياسي يا سماجي ڪارڪن جا فرض هجن يا دوستن جهڙي پيءُ ٿيڻ جا فرض هجن يا تهذيب تمندن سان پيار ڪرڻ جا فرض هجن هن مرد مٿير پنهنجا سڀ فرض پورا ڪري اسان مٿان قرض چاڙهيا آهن. سرويچ جي نالي رکڻ کان ويندي امر ٿي ڌرتي ماءُ جي هنج ۾ آرامي ٿيڻ تائين سائين لطف شهيد سان نياءُ ڪيو. شهيد سرويچ بہ بي خوف ٿي ڌرتي جي حفاظت ڪندي دشمن جو مقابلو ڪري پنهنجي جواني سنڌ کي ارپي. سائين لطف جي تعليميات ۽ اعتماد تي پورو لهڻ جو ثبوت ڏنو آهي، سائين لطف اسان جي ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ جي انهن ڪردارن مان سڀ کان اهم ۽ قابل فخر ڪردار آهي جن مارڪس واري نظريي تحت پنهنجو ۽ ڳوٺ جو نالو روشن ڪيو. منهنجي ڳوٺ جا پيا ڪوڙ مارڪسوادي دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن جا دورا بہ ڪري چڪا آهن ۽ پاهريان علم پڻ حاصل ڪري آيا آهن ۽ قومي توڙي

عالمي سياست تي گهري نظرپڻ اٿن، پر افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته انهن سڀ سمجهيو مارڪسوادي ساٿي سنڌ جي ڏتڙيل هارين ۽ مزدورن جي ڀلائي لاءِ سامراجي قوتن سان آخري نتيجن تائين ويڙهه جاري نه رکي سگهيا ۽ سندن نظريوءِ جدوجهد ائين اڌورو رهجي ويا جيئن آڪاش انصاريءَ چڻ سندن ترجماني ڪئي آهي ته

ڦاهيءَ جا ڦندا چمڻ ڪان به وياسين
۽ دنيا جا ڏنڊا ڪرڻ ڪان به وياسين
نه تون ٿي ملين ۽ نه ڀئي جا ٿياسين
هتان ڪان به وياسين هتان ڪان به وياسين
مرڻ جي مزي ڪان به محروم ٿياسين
۽ جيئندا رهياسين اڌورا اڌورا
اسين بس !!رهياسين اڌورا اڌورا.

مون پنهنجي عمر ۾ انهن مارڪسوادي ساٿين کي فقط قومي ۽ عالمي تجزيا ڀڏائيندي ٻڌو آهي ،انهن تجزين مان ڪڍيل نتيجن طرف هڪ وک به وڌائيندي نه ڏٺو اٿم. باقي اهو ٿيو آهي هتي انهن تجزين ٻڌڻ ڪان پوءِ اسان جو ويهڻ وهه ٿيو آهي. هتي منهنجي ڳالهه جي ترجماني ڀٽائي صاحب پنهنجي ٻوليءَ ۾ هيئن ٿو ڪري ته

ڇارڻ تنهنجي چنگ جو، عجب آهيم ايءُ
هٽي ايو هٽن سين، جيئرو رکي جيءُ
رات به منهنجي ريءُ، ڪاتيو تو ڪماچ سين

اسان جا ڀلا ڀاڳ جو سائين لطف جهڙي سچي ۽ سباجهي انسان جي گهر ۾ سرويچ پيدا ٿيو جنهن جي قربانيءَ اسان جون ست پيڙهيون اجاري اڇيون ڪري ڇڏيون نه ته ٻلهڙيجيءَ جو نالو وڏو ديهه ويران هئي شهيد سرويچ جي شهادت ڪان اڳ ٻلهڙيجي ٻسي ۽ اٽپوري هئي. جنهن گهر ۾ سرويچ اک کولي اهو گهر ۽ ان جي چوڌاري وارو ماحول روس ۽ ڪيوبا جي ڪميونسٽ ڪردارن جي پويان طواف ڪندڙهو ننڍپڻ ڪان سرويچ انهن جي ڪلهن تي ڪيڏي وڏو ٿيو جيڪي روس ۾ برف پوڻ ڪري سنڌ جي جولاءِ جهڙين گرمين ۾ به ڪوٽ پائي روسي مارڪسوادي ساٿين سان يڪجهتي جو اظهار ڪندا هئا. اهڙن ڪردارن

شهيد سرويچ جي ذهن تي اثر ان ڪري نہ ڇڏيا جو سندس نينهن مارئي وانگر ازل کان ئي پنهنجي ڌرتيءَ ۽ پنهنجن ماڻهن سان جڙيل هو.

الست بربكم جڏهن ڪن پيوم
قالو بلا قلب سين تڏهن تت چيوم
تهين وير ڪيوم، وچن ويڙهيچن سين

شهيد سرويچ پيرزادي هوچي منهہ ، ڪارل مارڪس ، لينن ، چي گويرا ، ڪي پنهنجو آئيڊيل ٺاهڻ بجاءِ سائين جي ايم سيد ، شهيد سميع الله ڪلهوڙي ، شهيد سرائي قربان کهاوڙ، شهيد مظفر ڀٽي ، شهيد پريم ديوان ، شهيد منير خان چولياڻي ، شهيد ضامن شاهہ شهيد افضل پنهور شهيد روپلو چولياڻي شهيد بشير خان قريشي شهيد پروفيسر اعجاز سولنگي ۽ شفيع محمد برفت ڪي پنهنجو رهبر ۽قومي هيرو تسليم ڪيو اهڙن عظيم ڪردارن ڪي شهيد سرويچ طرفان هيرو قبول ڪرڻ فطري هو ڇاڪاڻ تہ انهن ڪردارن پنهنجي سموري حياتي سنڌو ديش جي آزاديءَ خاطر قربان ڪري ڇڏي ان آزادي خاطر جنهن آزاديءَ لاءِ صدين کان سنڌ جا عظيم هيرا پنهنجو نور نچوئيندا رهيا آهن. ان آزاديءَ خاطر جيڪا اسان جو فطري حق آهي، اها آزادي جيڪا اسان جي ايندڙ نسلن جي امانت آهي ۽ ان گذريل نسلن جي پيڙائن ۽ عذابن جو پلاند آهي ، ان آزادي خاطر جن بہ پنهنجو رت ست ڏنو آهي اهي غير معمولي ڪردار آهن. انهن پنهنجي ذات ڪي ذرو بڻائي پوري قوم ڪي غلامي مان نجات ڏيارڻ لاءِ وقت جي يزيد ۽ وقت جي فرعون سان بغير ڪنهن لشڪر خزاني جي مد مقابل ٿيا ، ۽ بهادريءَ سان دشمن جو مقابلو ڪندي پنهنجو سر ڏئي ويا پر پنهنجي رت مان سرخ گلاب سرويچ پيدا ڪري ويا انهيءَ مقدس رت مان پيدا ٿيل سرويچ ڏاڍ جي ڏونگر اڳيان گوڏا کوڙڻ وارا نہ آهن . شهيد ڪي مون بچپن کان ڏٺو ۽ ان سان گڏ گذاريو سندس ڪي سلڇڻائپ ورثي ۾ مليل هئي ، ۽ سندس ڳالهائڻ جو انداز ۽ هٿن جا اشارا اڄ بہ سائين لطف ۽ امان مهرالنساءِ ۾ صاف پسي سگهجن ٿا ، شهيد پيدائشي ڪيترين ئي صلاحيتن جو مالڪ هو پنهنجي والد جيئان ذميوارن جي چڱيءَ ريت نڀائڻ جو ڏاءُ هئس ، گهر جون ذميواريون ننڍي عمر ۾ ئي پنهنجي سر تي کنيون هنيائين ، پنهنجي ڪتنب ڪي ڳوٺ مان ڪراچيءَ شفٽ ڪيو هنيائين اتي پيپنرون جي پڙهائي ۽ گهر جو سمورو ڪاورهنوار سندس بلي هيو .

ڳهر ڪيِ پورو وقت ڏيڻ جي باوجود پنهنجي پارٽيءَ جيئي سنڌ متحدا محاذ جي بہ هر ڪم ۾ هي ذميوار هوندو هو پارٽيءَ جو قل وقتي ڪارڪن بہ هو تہ اڳواڻ بہ هو ، پارٽيءَ طرفان سونپيل هر ذميواري کي پورو ڪرڻ سندس جنون هو. ڪير ڇا بہ چوي ڇا بہ ڪري ڪنهن جي بہ نہ ٻڌبي پنهنجي عظيم مقصد اڳيان پين سيني شين کي خسيس سمجهندو هو. هڪ ڀيري ڪراچيءَ مان ڳوٺ اچڻ تي مونکي ٻڌايس تہ ايترو امي ۽ ابو بہ نہ ٿا روڪين جيترو ڀيا ملائٽ تنگ ڪري رهيا آهن تہ پارٽي ڇڏ .وڏيڪ ٻڌائي پيو تہ مان بہ انهن جي هٿ اچڻ جو ناهيان اهڙو سوڙهو ڪندو آهيان جو آخر کين ڪاوڙجي ڪچهري ڇڏڻي پوندي آهي ، مونکي انهن جا نالا پيو ٻڌائي تہ مان حيران ٿي پڇيومانس ادا هي تہ ماضيءَ جا ڪامريڊ ۽ حال جا وڏا دانشور آهن . اوهين انهن کي ڪيئن ڀيا سوڙهو ڪيو ؟؟ کلي چيائين پائو انهن وٽ سڪٽا حوال آهن عملي طور زيرو آهن جهڙوڪ ڇتل ڪارتوس مان پلي انهن کان ننڍو قومي ڪارڪن آهيان ۽ گهٽ پڙهيل آهيان پر عمل جي ميدان ۾ انهن کان اڳرو آهيان ان عملي ميدان واري پوائنٽ تي هو همراهہ سوڙها ٿي ويندا آهن . پوءِ اها ڳالهہ مون سچي ٿيندي پنهنجن ڪنن سان ٻڌي جڏهن شهيد جي تڏي تي ڪيترائي ساٿي چون پيا تہ سرويچ اسان کان گوءِ کٽي ويو. ڪراچيءَ جيهڙي اجگر شهر اندر جسمم جي پليٽ فارم تان سياست ڪرڻ نانگ جي ٻر ۾ هٿ وجهڻ جي برابر آهي، ڇگهن پلن جي وس جي ڳالهہ ناهي پر هي سرويچ ۽ سندس ساٿي اهڙا جوڳي هئا جن ڪڏهن بہ ڪن نہ ڪپايا نہ ئي جوڳ جي سکيا ورتي ، پر هنن کپر کي پنهنجي نسلن جو ازلي دشمن سمجهي ان جي ڏر مٿان پير رکڻ پنهنجي اولين ذميواري سمجهي ، هي منصور جو آواز ٻڻجي ڪراچيءَ جي گهٽين ۽ روڊن مٿان گونجندا رهيا ، وڏي همٿ ۽ هوشياريءَ سان ڪراچيءَ اندر قومي بيداري پيدا ڪرڻ لاءِ رات ڏينهن محنت ڪرڻ لڳا ، اهو ئي سبب هو جو پنجابي فوجين جون ننڍون حرام ٿيون ۽ انهن ظالمن پنهنجي روايت کي دهرايو ۽ ڪپارن ۾ ڪرٽ وجهڻ شروع ڪيا جنهن پاداش ۾ شهيد ذولفقار ڪولاچي ، شهيد ضامن شاهہ ، شهيد صوبل ڏهر ، شهيد يامين چاچڙ شهيد انيس سومرو شهيد واجد لانگاهہ شهيد سرويچ پيرزادو شهيد راجا فتع ڏاهري شهيد سليم پنهور شهيد فهيم پنو جام شهادت نوش ڪئي ۽ احمر پيرزادو، عمران واهوچو، الله وڏايو مهر ، الله وڏايو رانجهائي، سنسارعلي ابڙو اڄ بہ رياستي عقوبت خانن ۾ واڙيل آهن ۽ ڪيترائي ساٿي روپوش زندگي

گهاري رهيا آهن. هنن سيني دوستن ۽ ساٿين کي سنڌ سان عشق ڪرڻ جي سزا ڏني وئي انهن کي قوم پرستيءَ جي سزا ڏني وئي. سنڌ سان عشق ڪرڻ جي سنڌي قوم جي آزادي لاءِ جدوجهد ڪرڻ جي سزا اگر ڪنهي گم ڪري ماري لاش روڊن تي ڦٽو ڪرڻ آهي ته پوءِ هن وطن جا ڪيترائي سرويچ ساماٽان آهن جيڪي وطن جو عشق سيني ۾ سانڍي قومي دشمن خلاف سر سهايو بيٺا آهن، دشمن ڪيترن عاشقن جي سينن تي گوليون هلائيندو هو ماري ٽڪجي پوندو پر هن عاشقن جو ٽولو پنهنجي مقصد تان تر جيترو به دستبردار نه ٿيندو البتا ويتر اڳ کان اڳرو ٿيندو.

## اڳيان اڏن وٽ، پوين سر سنياپا

جيئي سنڌ متحدا محاذ (جسمم) سنڌ جي قومي آزاديءَ واري سياست اندر ساهه ڦوڪيو آهي جسمم چيئرمين شفيع محمد برفت جي تعليم ۽ ڪمٽمينٽ سرويچ جيهڙن هزارين نوجوانن کي رڪ بڻائي ڇڏيو آهي. اڄ سنڌ جو ٻچو ٻچو سرويچ پيرزادو، شڪيل ڪوهارو، افضل پنهور، آصف پنهور، پريل شاهه، منير خان چولياڻي، ممتازيٽو، روپلو چولياڻي، وحيد لاشاري بڻجي ويو آهي، اسان کي يقين آهي ته اسان جي ساٿين جي ڏنل قرباني ضرور رنگ لائيندي هي صدين کان غلاميءَ ۾ جڪڙيل سنڌ هنن ڳڀرن جي قربانيءَ سان ضرور آزاد ٿيندي، شهيد مظفر ڀٽو چوندو هو ته اسان جيڪو رت ڏئي رهيا آهيون اهو پلي جو سنڌ کي آزادي نه ڏياري سگهي، پر سنڌي قوم اندر وچايل ويساهه ضرور بحال ڪرائيندو اڄ سنڌ وري ڪر موڙي اٿي آهي، سنڌ جو مستقبل آزاد ۽ خوشحال آهي.

تون جي وڙهندي ماريو ويندي، هن ڌرتيءَ تان واريون ويندين
دودا تنهنجو ساهه ته ويندو، پر ماڻهن جو ويساهه نه ويندو.



# مر جا جان جدا ٿئي

## شهزاد منگلو

**سرويچ** پيرزادو هڪ 22 ورهين جو نوجوان جنهن پنهنجي زندگيءَ جي ڪا به لذت ماڻڻ کان اڳ ئي جامِ شهادت نوش ڪري ڪائنات جي وڏي لذت ماڻي ورتي. سرويچ جهڙو سندس ناءُ تهڙو سندس جرئت ۽ بهادري جو داستان......

جنهن داستان کي سهيڙڻ جي آءُ به هڪ ادنيٰ ڪوشش، هن ڪتاب "سنڌ جو سرويچ" ۾ لکڻ سان ڪندس. سرويچ پيرازدو جنهن سان منهنجي ساڃاءِ تن ڏينهن ۾ ٿي جڏهن سرويچ سميت پيا ڪيترائي دوست سنڌ جي انقلابي تنظيم جسمم جي پاڙُن کي هڪ پيرو پيهر ڪراچي اندر پختو ڪرڻ جي نيت سان مختلف سياسي ۽ غيرسياسي ماڻهن سان ملڻ ۾ مصروف هئا. نيٺ منهنجن به پلن پاڳن سان هي مرد مجاهد منهنجي اڳڻ مٿي آيا. تنهن پهرين ملاقات ئي سرويچ طرف ڏيان ڇڪائڻ شروع ڪري ڏنو. هو پنهنجي ننڍي عمر ۾ ئي پنهنجي موقف ۽ مقصد تي ايترو تہ ڄمي بيٺل نظر آيو جو تنهن کان اڳ مون ان نوجوان کان سواءِ ڪنهن عمر رسيده سياسي ڪارڪن کي بہ نہ ڏٺو هو. سچ ٿي آهي تہ 'نوجوان انقلابن جي سونهن ٿيندا آهن'، ان سونهن جا مظهر يقينن سرويچ جهڙا ئي ٿي سگهن ٿا.

سرويچ پيرزادي کي مون هڪ آزاد روح، اهلِ دل ۽ محفل جو مزو لٽيندڙ 21 صدي جي نوجوان کان وينڊي هڪ ڪميٽڊ، بااصول ۽ سنجيده انقلابي ڪارڪن ۽ اڳواڻ تائين مختلف وقتن ۾ ڏٺو. سندس کي شايد پنهنجن جوان ڳلهن تي ايتري تہ پڪ هوندي هئي جو سدائين تنظيمي ڪم ڪار ۾ اڳرو ٿي ذميوارين جي ڳُهر ڪندي نظر ايندو هو. ڪيترا ئي پيرا پنهنجي نوڪري جي وقت مان بہ ڪجهہ گنجائش ڪيڍي ڪراچي پريس ڪلب تي ڌرڻن ۽ مظاهرن جي اڳواڻي ڪندي بہ ڏسبو هو. سرويچ پنهنجي ننڍي ڄمار ۾ ئي سنڌ جي قومي آزادي لاءِ ڪردار ادا ڪرڻ کي اٽتر سمجهي شاگرد سياست سان پنهنجي عملي جدوجهد جي شروعات ڪئي ۽ مختلف تنظيمين کان ٿيندي جسمم جي

ڪراچي ضلعي اوپر جي صدارت تائين جو سياسي سفر طئي ڪيو. شهيد سرويچ پيرزادو هوندي ته پنهنجي ننڍي عمر ۾ ئي سياست جي ميدان اندر پير پاتا پر تنهن کان اڳ سنڌس هوش سنڀالڻ شرط ئي هن پنهنجي گهر اندر مُلڪي توڙي غير ملڪي سياست بابت ٻول چال ٻڌا، هن جي ڪنن تائين پيتائي جي شاعري ته ڪڏهن روسي ادب جا قصا پهچندا رهندا هئا. هوش سنڀالڻ شرط ئي ضيا جي دور ۾ ڪوڙن جي سزا ڀوڳيندڙ ۽ طبقاتي نظام خلاف جدوجهد ڪرڻ جي ڏوهه ۾ ڪيترا ئي ڀيرا جيل ياترا ڪندڙ سنڌس پيءُ لطف پيرزادو جي صحبت سرويچ جي ذهن اندر انقلابي جدوجهد ڪرڻ جو شعور بيدار ڪرايو. عمر جي جنهن حصي ۾ اڪثر والدين پنهنجي اولاد کي سُٺي تعليم حاصل ڪري سُٺي نوڪري جي صلاح ڏيندا آهن تنهن وقت ۾ لطف پيرزادو سرويچ سميت پنهنجي اولاد کي سٺي تعليم حاصل ڪري معاشري جي بهتري لاءِ ڪردار ادا ڪندڙ سٺي انسان ٿيڻ جا مشورا ڏنا. پيتائي جي سر سسئي جي سورن جي مظهر نما انسان لطف پيرزادو محسوس ڪيو ته سرويچ پنهنجي سياست کي انقلابي انداز ۾ ڪرڻ چاهي ٿو ته تنهن استاد مثل پيءُ پنهنجي پٽ کي پنهنجن جيلن جي تجربن، سختين ۽ سياسي ميدان جي لاهن چاڙهن کان روشناس ڪرائڻ شروع ڪري ڏنو. نه فقط پنهنجن پر مختلف انقلابين بابت شروعاتي ڄاڻ پڻ سرويچ کي هتان ئي ميسر ٿيندي هئي. سنڌس والد جي تربيت ۽ سرويچ جي جرئت ۽ بهادري جو ئي نتيجو هو جو هن پنهنجي ننڍي ڄمار ۾ ئي وڏا ڪارناما سرانجام ڏئي پنهنجي نصيب ۾ شهادت لکرائي ورتي.

اڪثر ڪچهرين ۾ سنڌس جي واتان ئي اها ڳالهه ٻڌي سين ته" اسان قرباني جا ٻڪرا آهيون ۽ جيڪو ڏينهن قرباني جو آيو ته عيد ڪري قربان ٿينداسين." . ان کان علاوه به هن پنهنجي شهادت جي اڳ ڪتي ڪيترا ئي ڀيرا ڪئي. هڪ دفعي سنڌس رهائشگاهه تي سرويچ، منهنجو ۽ هڪ ٻي دوست جو گڏ رات رهڻ جو پروگرام ٿيو رات دير تائين ڪچهري جا موضوع مٽجندا رهيا ۽ نيٺ جڏهن ڪراچيءَ اندر پنهنجي طاقت بابت ڳالهه ڪيدي سين ته سرويچ جا تيور ڏسڻ وٽان هئا، سنڌس اکيون فخر ۾ ڀريل رهيون هيون ۽ فخريه انداز ۾ اهي لفظ چيائين ته: " ڪراچي کي ضرورت به اسان جهڙن سرڦرن جي آهي، نه ته هن شهر گهٽا ئي ڪڪَ آزمايا آهن." آءٌ جيئن اڳ ئي ذڪر ڪري آيو آهيان ته سنڌس کي پنهنجن جوان ڪُلهن تي انتهائي گهٽي پڪ هوندي هئي تڏهن ته

هن پنهنجن جوان ڳلهن تي ويجهن ساٿين شهيد ضامن شاهه صوبل ڏهر ۽ يامين چاچڙ جا مڙهه ڪٽي به قاتل کي قتل ڪرڻ جي ٻولي نه ڇڏي، هن پنهنجن دوستن ۽ سياسي ساٿين جو گرفتار ٿيڻ ته سنو پر تنهن هوندي به سنڌن وڳ جي اڳيرائي ۾ جتيل رهيو. شهيد سرويچ پيرزادو پنهنجي سياسي تورڙي سماجي زندگي ۾ هڪ وڏي اهميت جو حامل فرد هو. هن جتي پنهنجي سياست کي عين مقصد بڻائي تنهن اندر غير معمولي ڪردار ادا ڪيو ته ساڳي وقت گهر جي جوان پُٽ هجڻ جي حيثيت ۾ پاڻ مٿان لاڳو ذميوارين کي به ويجهي کان محسوس ڪيو.

سرويچ پنهنجي پوري ڄمار ۾ سياسي، انقلابي ۽ سماجي ذميوارين جو چيڪ ڪندي تن جي پوراءُ لاءِ هر حد تائين وڃڻ ۾ ڪا به ڪسر باقي نه ڇڏي ۽ شايد اهو ئي تنهن مرد مجاهد جو وڏي ۾ وڏو ڏوهه هو. سرويچ فقط اهو ئي ڏوهه ڪيو هو ته به قومي فرسوده مذهبي تشريح جي بنياد تي جڙيل ملڪ پاڪستان اندر پنهنجن بنيادي حقن لاءِ جدوجهد ڪرڻ چاهي، سنڌس عظيم ڏوهه اهو هو ته هن پنهنجي قوم ۽ وطن مٿان مسلط پنجابي استعماريت کي قبول ڪرڻ بجاءِ تنهن جي خاتمي لاءِ جدوجهد ڪئي. سرويچ يقينن پنهنجي جدوجهد ۾ دشمن کي آڻ ميجائي، اها دشمن جي شڪست ئي ته هئي جو 6 لک فوجين تي مشتمل پاڪستان آرمي هن معصوم نوجوان جي قتل بعد پنهنجا چنپ سبي ڇڏيا. هن نوجوان جو لهو ته ايترو تر ڇڪندڙ هو جو سنڌ اسيمبلي جهڙي بي حساس اداري جي ڪجهه ميمبرن جا پڻ سبيل چپ اُکلي پيا. تن سڌي رِيت نه به سهي پر لڪيل لفظن ۾ پنهنجي قومي غلامي، قومي دشمن ۽ سنڌي قوم جي سياسي، معاشي ۽ نسلي قتلِ عام جا مرثيه پڙهيا ۽ لاچاري وچان پنهنجا منهن مٿا پٽيا.

اڄ، ظاهري طور ته سرويچ پيرزادو پنهنجي آخري آرامگاهه ۾ وڏي ماٺ سان آرامي آهي پر سنڌس جي اِها موجودگي هر ڏسندڙ جي ذهن ۾ طوفاني شور پيدا ڪندي رهي ٿي، جنهن جو اظهار يقينن سنڌس قاتل رياست پاڪستان کي لوڙهي سفِ هستي تان ميساري ڇڏيندو. اڄ پلي جو ڪنهن ڌاريي آرمي جي وردي ۾ ملبوس ڪجهه هٿياربندن سرويچ کي کنيي، گم ڪري، ٽارچر ڪري قتل ڪيو هجي پر تن جي ازلي شڪست بعد هڪ آزاد ملڪ جي آرمي سنڌس جي سلامي لاءِ جتا ڪري بيٺل هوندي ۽ اهو ئي تنهن بني ۾ ستل 22 سالن جي سِرُ تياڳيندڙ نوجوان جي تخيل جي ساپيان هوندي، سرويچ پيرزادو جي جسدِ

خاڪي ڪي تہ موجودگي ڪان ڪاٿر ڪيو ويو آهي پر سندس روحاني موجودگي ڪائنات جي ذري ذري ۾ حل ٿيل آهي جيڪا پنهنجي سونهن سندس مقصد جي پوراءِ بعد وڏيڪ وڌائي ڇڏيندي ۽ تنهن ڏينهن هو وري اسان سان ملندو....

هتان ٿي هلندياس، سرتيون ساٿيہ سامهون،
سون ڪڙولا سنگهرون، ڏونگر ڪي ڏيندياس،
ملبو تان ملندياس، نات گهوري پاروچن تان.
(شاهہ)

# ڌرتيءَ جو دادلو محافظ !

آزاد جروار

ٽيويهہ چوويهہ سال انساني وجود جي اها عمر آهي جنهن عمر ۾ نوجوان ڳوٺ جي گلين ۾ مڏ مست هوائن جي جهونڪن سان گڏ ٽهڪندا ٽلندا آهن. پاڻ جيڏن سان پڪنڪ جا پروگرام جوڙي حياتي جي انهن بهارن مان لطف اندوز ٿيندا آهن ۽ محبوبائن جي نشيلن نيڻن تي ڪنهن فلاسافر جيان سوچيندا ۽ ان کي پنهنجو ڪرڻ جا جتن ڪندي نظر ايندا يا وري سخي هٿان پيا ڏانهنس پيار جي اظهار جا نياپا ڪرڻ واري اميد ۽ آسرا رکي جستجو ڪندي نظر ايندا يا وڏين وڏين نوڪرين ۽ عهدن جي تلاش ۾ آفيسن ۽ شهرن جا چڪر ڪاٽيندا رهندا آهن. ڪيترائي نوجوان عمر جو اهو ميچوئر حصو وڏا وڏا خواب ڏسندي ۽ خواهشن جا عجيب و غريب محل اڏيندي غرق ڪري ڇڏيندا آهن.

پر ساڳي عمر ۾ ڪي اهڙا بہ نوجوان هوندا آهن، جيڪي پنهنجي ريتن، رسمن، ڪلچر ۽ تهذيب جي پاسداري ڪندي ڌرتيءَ سان نينهن جا ناتا جوڙي پنهنجي ڌرتيءَ جي مسڪين، ابوجهہ ۽ سادن ماڻهن جي خوشحال مستقبل جا خواب کڻي انهن خوابن جي ساڀيان لاءِ جاکوڙ ۽ جدوجهد ڪندي اڙانگن ۽ ڪٺن رستن تي سر جو سانگو لاهي وطن ۽ وطن جي مسڪين ماڻهن جي سک ۽ خوشحاليءَ لاءِ ڪڏي ڪاهي پوندا آهن ۽ انهن جو عشق ڌرتيءَ جي تاريخ جو اهم امر ڪردار بڻجي نسلن لاءِ حوالي طور ڪم ايندو آهي، ۽ اهي ڌرتيءَ جا ڪونڌر پٽ پنهنجي عشق کي اهڙي تہ سونهن عطا ڪندا آهن جو سموري قوم سندن عاشق بڻجي پوندي آهي، ۽ سندن ڪردار مان اتساهہ وٺندي ساڳين پيچرن تان پنڌ ڪندي منزل ڏانهن وڌندي آهي .جوين جي ان سچي وايو منڊل ۾ هزارين معاملا مسئلا، اميدون ۽ آسرا جنم وٺن ٿا. پر تاريخ جي تقاضا هنن سٽن جيان نروار ٿيندي آهي تہ :

چمي جو پچون يا جنازه کڻون ،
پنهنجي تاريخ جي آ تقاضا اها،
اجرڪن کي چمي کي روپلا سارجن !

عمر جي ان ميچوئر ٽائيم پيرڊ ۾ چنچل ادائن جهڙن نازنين جا پوسا ۽

ڀاڪيون ڪوئل جون منڙيون لاٽيون هر نوجوان جي خواهش هوندي آهي، پر جوڀن ۾ اجرڪن جون عظمتون ۽ رَوپلن جون ساروٽيون، پيٽ بکايل ڀارن جون آهون ۽ دانهون ورلي ڪنهن جي ذهن ۾ گهر اڏي ويهنديون آهن ۽ اهي دودا پٽ اهي آهون، دانهون ۽ درد پنهنجو سمجهي تتي ٿڌيءَ ڪاهيندا آهن.

اهڙن دودن منجهان هڪ اترادي ارڏو وطن جو سهڻو عاشق ۽ قوم جو محبوب نوجوان سروپچ پيرزادو به هڪ آهي. سروپچ پيرزادي جو جنم ان ڳوٺ ۾ ٿيو جتي رومانس، انقلاب، ادب، علم ۽ لطيف جهڙ سروپچ جيان ان ڳوٺ ۾ ننڍا ٿي وڏا ٿيا هجن، اهو ڳوٺ سنڌوءَ جي ڪنڌيءَ تي آباد ڀلهڙيجيءَ جي نالي سان مشهور آهي.

اها ڀلهڙيجي جتي انور پيرزادي جنم ورتو جتي لطف پيرزادي، جانيئڙي سنڌي، اقرار پيرزادي جنم ورتو جتي سنڌ جي سياش چندر بوس حفيظ پيرزادي جنم ورتو انهيءَ ڀلهڙيجيءَ ۾ لطيف سرڪار جي چاڻو درويش طبعيت لطف پيرزادي جي گهر ۾ 1991 ع ۾ اترادي ارڏائپ ۽ سنڌ جي دادلي محافظ سروپچ پيرزادي جنم ورتو.

سروپچ فرحي کان قلم سليٽ واري تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪئي، ميٽرڪ ڏوڪريءَ جي خانگي اسڪول مان ۽ انٽر ڏوڪري ڪاليج مان پاس ڪري سروپچ پنهنجي اباڻي ڳوٺ جي گلين کي ڇڏي روزگار سانگي روشنين جي شهر جو رخ ڪيو. ڪراچي جي روشنين ڪراچيءَ کي روشندان ضرور بڻايو آهي، پر اها ڪنهن کي خبر هئي ته سروپچ روشنين جي شهر مان اهو روشن سج ٿي اڀرندو جنهن جي روشنيءَ جا ڪرڻا سنڌ وطن جي جهر جهنگ، جهوپڙن، منهنن، محلن، چپرن ۾ نوجوانن جا ذهن روشن ڪري آزاديءَ لاءِ اتساهيندو ۽ سروپچ ڀلهڙيجيءَ کي لٽل ماسڪو جي لقب مان آجو ڪرائي ويتنام جو لقب ڏياريندو.

ڪراچي روزگار سانگي ويل سروپچ روزگار کي پنهنجو نصيب العين نه سمجهيو هيو ۽ نه ئي هي جئيندو هيو روزگار لاءِ پر هڻ روزگار جيئڻ لاءِ تلاشيو ۽ هن جو جيئڻ ڌرتي ۽ قوم جي آزاد تشخص لاءِ جاکوڙ ۽ جدوجهد ڪرڻ هو.

مانيٽي طبعيت جو مالڪ ۽ شاعر مزاج سروپچ تمام گهڻو ڪاهوڙي ورڪر هو شاهه سائين جي باغي بيتن جي ڇانو ۾ وڏو ٿيندڙ سروپچ کي سندس والد لطف پيرزادي سياسي پيچرن ۽ دائن کان به واقف ضرور ڪيو هوندو ڇوجو لطف پيرزادي کي سياست ۾ آيل تڪليفن ۽ مليل ازيتن جو تجربو هيو سياست جا سڀ تجربا ۽ طريقا لطف پيرزادي ضرور سروپچ، سڳنڌ ۽ شعور کي ڀڏايا هوندا.

سرويچ سان منهنجي پهرين ملاقات پلهڙيجيءَ ۾ ٿي هئي جتي سرويچ پنهنجي شاعري بہ پڙهي هئي، ان کان پوءِ سرويچ سان 17 جنوري يا 25 اپريل تي سن ۾ ملبو هو سرويچ کي جيترو پنهنجي ڌرتي ۽ پيٽ بکايل انگ اگهاڙن ماروئڙن سان پيار هيو ايتري ئي سرويچ جي اکين ۾ هن پاپي رياست لاءِ نفرت جي باهہ پڙڪندي هئي، اهو ئي سبب هو جو سرويچ هن پاپ نگر کي ڊاهي پٽ ڪرڻ لاءِ جساف جسمر ۾ شامل ٿيو جساف جي مختلف عهدن تي رهندڙ سرويچ جڏهن جساف ڪراچي جو ڊي او ٿيو تہ وڏا ڪشالا ڪري پارٽيءَ جي واڌ ويجهہ لاءِ نوجوانن سان وچي ڪچهريون ڪندو هو ۽ هن پاپي رياست کي ڊاهي پٽ ڪرڻ ۽ سک، سلامتي ۽ امن وارو ديش ٺاهڻ لاءِ نوجوانن کي اتساهيندو رهيو. پارٽيءَ جي واڌ ويجهہ لاءِ سرويچ جي جستجو ۽ باغي ذهن پيدا ڪرڻ واري ڳالهہ هن رياست ۽ ان جي خونخوار ايجنسين آءِ ايس آءِ ۽ ايم آءِ کي بلڪل نہ وڻي، ڇو جو هڪ پاسي سرويچ جهڙو با ڪردار ڪاهوڙي ۽ ٻئي پاسي جسمر جهڙي سنجيده پارٽي رياست لاءِ تمام گهڻا خطرناڪ هئا، اهو ئي سبب هو جو هن رياست جي خونخوار ادارن يارنهن سيپٽمبر جي شام جو سرويچ کي ڪراچي مان اغوا ڪيو ۽ مسلسل ٻہ مهينا ۽ ويهہ ڏينهن سرويچ کي گم ڪري رياستي مقتل گاهہ ۾ سرويچ کي جهڪائڻ ۽ جدوجهد تان هٿ کڻائڻ لاءِ سرويچ مٿان غير انساني تشدد جا سڀ طريقا اپنايا، پر استوپا جيان اوچو ڳاٽ رکندڙ اترادي ارڏي جوان اڳيان رياستي سڀ ڪوششون ناڪام ويون ۽ رياستي مقتل گاهہ ۾ هن ڪاهوڙي ورڪر اياز جي انهن سٽن تي عمل ڪري ڏيکاريو:

سنڌڙيءَ تي سر ڪير نہ ڏيندو
سهندو ڪير ميار او يار سهندو ڪير ميار

سرويچ کي اها پوري ڄاڻ هئي تہ جهڪڻ ۽ جدوجهد تان هٿ کڻڻ جي ڪري حياتي تہ ملندي پر اها عزت ۽ عظمت نہ ملندي جيڪا نسلن لاءِ انقلابي نصاب بڻجي صدين جي تاريخ جو حوالو بڻبي. تنهن ڪري هن ڪنڌ جهڪائڻ بدرلن ڪنڌ ڪپائڻ واري روايت کي برقرار رکي رياست کي شڪست ڏني.

رياست جا خونخوار ادارا سرويچ هٿان آيل شڪست تي ضرور شرمناڪ ٿيا هوندا، ڇو تہ رياستي مقتل گاهہ ۾ ڄاتي ٽاٽي بيٺل سرويچ کي قتل ڪرڻ سان انهن جا مقصد پورا نہ ٿيا، جنهن سرويچ جي ارڏي جسم کي گولين سان پروڻ ڪري ڊرل مشين جا سوراخ ڪيا ، بجليءَ جي شاڪن سان ساڙي

ڦھرين ڊسمبر تي نوري آباد ڀرسان قتل ڪيو ويو انهيءَ سرويچ جو لاش سنڌس ابي لطف پيرزادي پتائي جي انقلابي بيتن سان وصول ڪيو جن بيتن سان هن سرويچ جي پرورش ڪئي هئي، سرويچ جي امڙ پنهنجي موبي پٽ وطن جي دادلي محافظ سرويچ جي چهري کي چميون ڏئي اهيو چئي ساٿين حوالي ڪيو ته هي ڪالهه به اوهان سان هيو اڄ به اوهانجو آهي ۽ سڀاڻي به اوهان جو رهندو.

جڏهن سرويچ جي ساٿين سرويچ جو لاش ايمبولينس ۾ رکي سنڌو ديش جو پرچم لڳائي سرويچ کي لحد ۾ لاهڻ لاءِ حيدرآباد کان پلهڙيجيءَ ڏانهن سفر ڪيو ته وک وک تي قوم پنهنجي محبوب نوجوان جو شاندار آدرڀاءُ ڪيو ۽ هن پاپي رياست ۽ ان جي خونخوار ادارن مٿان وک وک تي لعنت جا ڦٽڪار وسندا رهيا ۽ سرويچ جي سرفروشيءَ مان سنڌ جي سرزمين جي انچ انچ اتساهه ورتو. جنهن رياست سرويچ کي هجوم گڏ ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ ڪنپيو ۽ شهيد ڪيو ان سرويچ جي ريتي رت جي خوشبو وک وک تي ماڻهن جا هجوم گڏ ڪري رياست کي عبرتناڪ شڪست ڏني.

جنهن سرويچ کي ڪراچيءَ جي روڊن رستن تي گهمڻ ۽ پنجن ڏهن ماڻهن سان ڪچهريون ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ ڪنپيو انهيءَ سرويچ پلهڙيجيءَ جي شاهه جمال واري قبرستان ۾ لکين ماڻهن کي گڏ ڪري هن پاپي رياست جي منهن تي تئو گهمايو ۽ رياست جو اهڙو منهن ڪارو ڪيو جو دنيا اڳيان هي رياست پنهنجو ڪارو منهن ڍڪڻ کان شرمائي رهي آهي. سخي شاهه جمال جي پير ۾ دفن ٿيل سرويچ جي سيرانديءَ کان لڳل ڪهاڙيءَ وارو پرچم اڄ به رياست ۽ ان جي خونخوار ادارن کي ڏنگيندو ۽ ڏنيپيندو رهي ٿو ۽ ساڳي ئي وقت سرويچ جي سيرانديءَ کان لطف پيرزادو پتائي جا انقلابي بيت پڙهندي وڏا واڪا ڪري چئي رهيو آهي ته اسان مياڻي ۽ ٽلتيءَ جي جنگ جيان هن جنگ جا به فاتح آهيون، اسان کٽيو آهي ۽ اسان جي دشمن هارايو آهي.

اڄ سنڌو ديش جي ڌرتيءَ تي مخدوم بلاول آهي، هيمون ڪالاڻي ۽ هوش محمد شيدي آهي پر انگريز ناهن، ارغون ناهن، ترخان ناهن نه ئي انهن جا ڪي نشان آهن اٿين ئي سڀاڻي سنڌ ۾ سائين جي ايم سيد هوندو مظفر، سميع، سرائي، ذوالفقار شڪيل، روشن ۽ سرويچ هوندا پر پنجابي ۽ پناڻ نه هوندو.

ڌرتيءَ جي دادلي محافظ سرويچ جو خون رنگ لائيندو ۽ هن ڌرتيءَ تي آزاديءَ جو سج ضرور اڀرندو.



# ماءُ جون شهيد پٽ سان ڳالهيون

مسرور پيرزادو

منهنجا شهيد پٽ!

تون ديس جي خوشحالي ۽ آزاديءَ واري جدوجهد ۾ شهيد ٿي سرخرو ٿيئن، ۽ انهن شهيدن جي قافلي سان وڃين مليئين جن جا ڪنڌ منزل جي پنڌ ۾ ڏيئن وانگر ٻرندا آهن.

جهرمر جهرمر ڏيئڙا، آهي سارو پنڌ،

ڪنهنجو ڪنهنجو ڪنڌ جرڪي ٿو ان جوت ۾. "اياز"

پر ڇا توکي خبر آهي ته هڪڙي شهادت جيئري ئي حاصل ڪبي آهي، توکان پوءِ مان زنده آهيان پر جڻ شهيد ٿي چڪي آهيان. منهنجي ارمانن ۽ خواهشن جو به موت ٿيو آهي.

توکي ته ديس سان عشق هو ۽ ان جي آزاديءَ لاءِ تو جيڪو خواب ڏٺو هو ان جي ساڀيان لاءِ تون ان رستي تي پنڌ ڪرڻ لڳين،جنهن جي منزل مقتل مان گذرندي حاصل ٿيندي آهي. مون کي خوشي آهي ته تون پنهنجو پاڻ کي شڪست جي اونداهين قبر ۾ ڪرڻ کان بچايو. مون کي خوشي آهي ته تون پنهنجي خوابن سان ڪو سمجهوتو ڪين ڪيو ۽ آخري دم تائين پنهنجي ارادي تي اٽل رهئين!

تون ته شايد وڏو ماڻهو هئين پر مان ته هڪ عام عورت ۽ ماءُ آهيان، منهنجي لاءِ وڏي خوشي اها هجي ها ته مان توکي ڏگريءَ وارو ڪري پوءِ تنهنجي شادي ڪرايان ها! تنهنجا سهرا ڳايان ها! تنهنجي ٻارن لاءِ ڪپڙا سبان ها، انهن کي رانديڪا ڏئي کيڏايان ها!!

پر تون ماڻهن جي ميڙ ۾ گهوٽ ٿي نه پر شهيد ٿي نڪتين، ماڻهو تنهنجي ڄڃ ۾ جهمريون هڻڻ بدران جنازي ۾ سڏڪا ڀريندا رهيا. مان تنهنجا سهرا ڳائڻ بدران پار ڪڍي روئي رهي هيس!

توکي خبر آهي ته تنهنجي وڃڻ کان پوءِ به تون اڄا تائين اسان سان رهندو آهين، تنهنجي جدائي جو درد هر وقت اسان سان تو وانگر رهندو آهي.

نه آهين تون مگر آهي، اسان سان درد هي تنهنجو

لڳي ٿو درد هي تنهنجو اسان جي گهر جو ڀاتي آ. "مسرور"

تنهنجو پيءُ جيڪو توکان پوءِ صفا جهري پيو آهي، بهادريءَ جي ناڪام ڪوشش ڪندي اسان کي ڪلاڻ جون ڪوششون ڪندو رهندو آهي.

تنهنجا پائر توکي ياد ڪري، لڪي لڪي روئندا رهندا آهن.

تنهنجون ڀينر اڃا صدمي مان ناهن نڪتيون ۽ ٿوري ٿوري ڳالهه تي ڪاوڙجي دير تائين روئنديون رهنديون آهن، اصل ۾ اهي تنهنجي ئي ياد ۾ روئنديون آهن.

ماڻهو مون کي شهيد جي ماءُ چئي مبارڪون ڏين ٿا. فخر به ٿئي ٿو پر مان ايڏي وڏي ۽ عظيم عورت ناهيان جو پنهنجي جوان پٽ جو تشدد ٿيل لاش مسڪرائي وصول ڪيان! مان ته هڪ ماءُ آهيان، جنهن توکي سدائين ڪلندي، ٽهڪ ڏيندي، تيار ٿي نوڪريءَ تي وڃڻ جي ئي خواهش ڪئي هئي. توکي خبر آهي جڏهن تون کنيجي ويو هئين تڏهن کان وٺي تنهنجي شهادت تائين هر هڪ لمحو اسان ڪيئن گذاريو؟

اهو هڪ هڪ لمحو موت مثل هو ۽ لمحي لمحي وارو موت هڪ دفعي واري موت کان تمام گهڻو اذيتناڪ هوندو آهي.

ڪاش ، توسان هڪ ڀيرو ڪچهري ڪرڻ جو موقعو ملي ها! اهڙي ڪچهري جنهن ۾ مان توکان تفصيل سان پڇان ها انهن سيني ڏينهن جو احوال جيڪي تو بند ۾ گهاريا ها. مان توکان پڇان ها ته منهنجا ٻچڙا! تو اهو وقت ڪهڙن عذابن ۾ گذاريو؟

ظالمن توسان ڪهڙا ڪهڙا ظلم ڪيا؟

تنهنجي گل جهڙي جسم کي ڪيترا ڏنڀ ڏنا؟

پر اسان کي ته آخري ملاقات جو موقعو به نه مليو.

اهڙو موقعو جيڪو ڦاهيءَ تي چڙهڻ کان اڳ قيديءَ جي وارثن کي به ملندو آهي. اسان سان ته سراسر ناانصافي ۽ ناحق ٿيو جنهن جي داد فرياد به ٻڌڻ وارو به ڪو ڪونهي!

ماروئڙا فقير، ڪنهن در ڏيندا دانهڙي! "شاهه"

بني هين اهل هوس، مدعي ڀي منصف ڀي

ڪسي وڪيل ڪرين، ڪس سي منصف چاهين؟ "فيض"

توکي خبر آهي ته تنهنجي لاش جي سڃاڻپ لاءِ جڏهن اسان کي حيدرآباد جي اسپتال گهرايو ويو ۽ اسان ڪراچيءَ مان نڪتا سين، ته اهو سفر ڪيڏو تڪليف وارو ۽ ساهه ڪڍندڙ هو؟

ان سفر دوران توڙي جو دل مجي ورتو هو تہ اهو لاش تنهنجو ئي هوندو پر دعا پئي ڪئي تہ جيڪر اهو لاش تنهنجو نہ هجي!

مون کي اڳ ۾ ئي خبر پئجي وئي هئي تہ اهو لاش تنهنجو ئي هوندو، ڇو تہ جنهن وقت توکي گولي لڳي هئي ان وقت ئي مون پنهنجي وجود جو هڪ حصو پاڻ کان ڇڇندي محسوس ڪيو هو. ان وقت منهنجي وجود ۾ ڄڻ تہ هڪ زلزلو آيو هو.

جيئن ماءُ کي پار جي ڄمڻ جي خبر پوندي آهي تيئن پار جي مرڻ جي بہ خبر پئجي ويندي آهي!

تنهنجي لاش سان ياڪر پائي مان ڪيڏو رني هيس! ڪيڏا پار ڪيا هيم! تو محسوس تہ ڪيو هوندو!

منهنجا شهيد پٽ!

اجا گهڻيون ڳالهيون آهن جيڪي توسان ڪرڻيون آهن، پر بس.....

اهي سڀ ڳالهيون هن وقت نہ......

ڪنهن ٻئي وقت ڪنداسين......

جلد ڪنداسين......

جلد ڪنداسين.......

ڇڱو موڪلائي ناهي......

سدائين گڏ.......

تنهنجي اندر اڏ ٿيل ماءُ..........

اندر جنين اڏ ڏونگر سي ڏوريندڙيون، "شاهہ"

توکان پوءِ زندگي گذارڻ ڏونگر ڏرڻ ئي تہ آهي.........



# رت نہ ڏنو جن !

سڳنڌ سنڌي

سنڌو ديش جا عظيم شهيد منهنجا پاءُ سرويچ مونکي تنهنجي شهادت تي فخر بہ آهي تہ تنهنجي جدائي جو ڏک بہ. تنهنجي وڇوڙي کان پوءِ منهنجي ڪيفيت ڇا هوندي اها تون يقينن ڄاڻين پيو:

ڪامان پڇان پچران، لڇان ۽ لوچان

تنهنجي زندگيءَ تي شايع ٿيندڙ هن ڪتاب لاءِ سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ ڇا لکي ڇا لکان، اڻ ڏهہ چڪر لکڻ جي ڪوشش ڪئي پر لڙڪ لڙي آيا ۽ لکي نہ سگهيس، وري پيپن ڪٽي لکڻ ويٺو آهيان، سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ تنهنجي ٻاروتڻ جي ٻاراڻين تي لکان، يا جوانيءَ جي جذبن، عشق ۽ ارڏائين تي لکان، اٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ تي لکان يا گهمڻ ڦرن ۽ رسڻ پرچڻ تي لکان. توسان گذريل 20 سالن جي سفر کي ڪجهہ پنن تي ڪيئن اتاريان؟

ويندس ماءُ مري، ساري سامونڊين کي

توکي مخدوم بلاول ۽ صوفي شاهہ عنايت شهيد جو تسلسل چوان، يا پٽائي جي سُر کاهوڙيءَ جو ڪردار چوان، تلوارن سان وڙهندڙ تند چوان، يا ڪات کي ڪهندڙ ڪنڌ چوان.

سر ڍونڍيان، ڌڙ نہ لهان، ڌڙ ڍونڍيان سِرُ ناهہ

چوندا آهن تہ ماڻهو جو نالو ان جي شخصيت تي چاليهين پتيءَ تائين اثر ڪندو آهي، سرويچ تي رکيل نالي جي حوالي سان امي ٻڌائي ٿي تہ " تنهنجي ڄڻيءَ تي تنهنجي پيءُ نالن جي جيڪا لسٽ ٺاهي هئي ان ۾ سڳنڌ، سرويچ، سورهيہ، سرواڻ، ٻيجل، راءِ ڏياچ، چارڻ، عنايت ۽ ٻيا نالا شامل هيا، جن مان اسين تنهنجي لاءِ سڳنڌ نالو پسند ڪيو جنهن تي تنهنجي پيءُ چيو تہ توهان پهرين سڳنڌ ڪونجوس پر اسڪول ۾ آءُ هن کي عنايت جي نالي سان داخل ڪرائيندس، پوءِ اها نالن جي لسٽ مان سنڀالي رکي ڇڏي هئي ۽ جڏهن سرويچ ڄائو تہ ان تي اسين سرويچ نالو رکيوسين ۽ اسڪول ۾ بہ ان ئي نالي سان داخل ڪرايوسين."

۽ سرويچ واقعي بہ سرويچ ٿي ڏيکاريو :

سرويچن ڏس سريون ڏيئي، پنهنجا پال پلايا
سنڌ امڙ تان سرڙا گهوري، مانجهين ماڳ بچايا

سرويچ ننڍي هوندي کان ئي ڏاڍو ڏنگو هوندو هو اهو ئي سبب هو جو اسان ننهي ڀائرن مان هن جي متي ۾ ئي گهٽيون نائيون پيل هيون، ڪڏهن اميءَ چرپي هينس ته ڪڏهن ماسيءَ ڪوپ، هڪ دفعي تنگ ڪرڻ تي امي سرويچ کي ڪمري ۾ واڙي چڏيو پاڻ ته اندر چپ ڪري ويٺو رهيو پر مان هن کي واڙيل ڏسي روئي پيس، اميءَ پڇيو توکي وري ڇا ٿيو چيم سرويچ کي ٻاهر ڪڍ، جنهن تي امي کلي ڏنو ۽ در کوليائين، اهڙي طرح ٻاراڻيءَ ۾ سرويچ جا فڏا هلندا رهندا هئا.

اسان جو ننڍپڻ ڏاڍو غربت وارو گذريو ڇو ته ابوءَ کي ڪڏهن نوڪري هوندي هئي ڪڏهن نه ۽ اسان جو گهر به پورو سارو هڪ ڪمرو ۽ ٻئي ڇن واري ڪوٺي هوندي هئي، جنهن ۾ ابو امي اسان، ماموءَ ماسيون رهندا هئاسين، غربت جي حال ۾ به اسان جي والدين وسان ڪين گهٽايو سيني ٻارن کان پلا ڪپڙا، بوٽ ۽ ٿيلها اسان کي ئي هوندا هئا، ۽ پئسا به ٻين ٻارن کان گهٽا ڪپائيندا هئاسين، اسان پهرين درجي کان وٺي اٺين ڪلاس تائين شام جي وقت ٽيوشن به پابنديءَ سان ورتي سين، امي ٻڌائي ٿي ته اسان جي ڳوٺ ۾ ٻارن جون سالگرهه ملهائڻ جو رواج به اسان جي سالگرهائن کان پوءِ پيو. ننڍپڻ وارن ڏينهن ۾ ڪانيون ڪرڻ به ويندا هئاسين ته ڪڏهن ڪڏهن درياهه تي وهنجڻ لاءِ به ويجبو هو ته موهن دڙيءَ جو چڪر به لڳندو هو گرمي ۽ سياري جي موڪلن ۾ ڪراچيءَ به ضرور وڃڻ ٿيندو هو.

سرويچ پرائمري تعليم ڳوٺ ۾ جاري رکي، پوءِ ٽين درجي ۾ کيس " اسٽينڊرڊ پبلڪ اسڪول " ڏوڪريءَ ۾ داخلا وٺي ڏني سين، جتي هو اٺين درجي تائين پڙهيو ان ئي عرصي دوران هن جسقم ۾ شموليت اختيار ڪئي، مونکي سن ياد نٿو اچي سائين شفيق آريجو ۽ ٻيا دوست ماهوار گڏجاڻيءَ تي ٻلهڙيجيءَ آيا هئا ۽ اسان ننهي ڀائرن جي ماهوار في صرف پنجاهه رپيا اهيو چئي سائين کي ڏني وئي ته " سائين لطف آ بيروزگار انهيءَ ڪري هنن ننهي ڀائرن جو هي پنجاهه رپيا ڪافي اٿو " ان وقت ماهوار في ٽيهه رپيا هوندي هئي، انهن ئي ڏينهن ۾ سرويچ شادين ۾ وڊيو پرڻ جو ڪم به ڪندو هو شهيد کي جهمر هڻڻ جو به وڏو ڏانءُ هيو هن جي هٿ ڪٽڻ جو انداز ئي پنهنجو هو. کلڻو ملڻو سنگت ۾ ويهبو ته

چپ نہ ڪبي، ڪنهن کي چيڙائيندو تہ ڪنهن سان تسي ملائيندو سنگت ۾ ڪچهريءِ پلي، ڪيڏي بہ مايوس يا خاموش چو نہ هجي هي مڙس پهچندو تہ ٽهڪڙا مچي ويندا، سنگت کيِ ڪلاڪن ڪلاڪن کيرو ڪري ڇڏيندو. جيڪو بہ ماڻهو ساڻس هڪ ڀيرو مليو هوندو اهو ڪيس ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهي.

سرويچ تي لکندي مون کي خيال آيو تہ سرويچ کي اهي ماڻهو تہ جلدي سمجهي ۽ سڃاڻي ويندا جيڪي لطف پيرزادي کي سڃاڻن، پر جن جو واسطو صرف سرويچ سان ٿي رهيو ۽ هو سندس والد لطف پيرزادي جي ڪردار کان اڻ واقف آهن اهي پوري طرح سرويچ کي سمجهي نٿا سگهن، ان ڪري ضروري سمجهيم تہ ٿورو لطف پيرزادي جي ڪردار تي بہ لکندو هلان.

لطف پيرزادي کي ڪجهہ ماڻهن " پينگهي ۾ سورن سان پيچ پائيندڙ" لکيو آهي تہ ڪي وري کيس لاهوتين ۽ فقراءَ جي ماءُ ڪوٺين ٿا، چاڪاڻ تہ هن جا ڪيترائي پيرا پيرين پنڌ لاهوت ٿيل آهن، ۽ ان سفر ۾ جتي پٿرن تي پنڌ ڪري ماڻهو پنهنجي بت مان بيزار ٿي پوندو آهي، ان سفر ۾ بہ هن جو فقراءَ جي ڊيوٽيءَ وارو ڪردار ڪنهن کان ڳجهو ڪونهي، ڪي هن کي يتائي جو حافظ ۽ پارکو تہ ڪي وري ٽريڊ يونينسٽ ۽ سماجي ورڪر طور سڃاڻين، تہ ڪي وري هن کي موهن جي دڙي جو مجاور سڏين ٿا، ابو جي هڪ فيلڊ اهيا بہ رهي آهي تہ هو ڳوٺن مان مريضن کي علاج لاءِ ڪراچي وٺي ويندو هيو ۽ انهن سان اسپتالن ۾ اٽينڊنٽ ٿي رهندو هئو اهو ئي سبب آهي جو گهڻا ماڻهو هن دوا بہ لکرائيندا آهن، تہ ڪي وري درخواستون لکرائڻ لاءِ بہ هن وٽ ايندا آهن. لطف پيرزادو سفا فقير ماڻهو درويش، صوفي ۽ " آپ نہ ڪايا، سائل ڪو ديا" واري رمز رکندڙ آهي.

ماروئڙا فقير، ڪنهن در ڏيندا دانهڙي؟

لطف پيرزادي جي زندگيءَ تي نظر وجهنداسين تہ هني سچو نسورو ٿي سور آهي، هن جي جنم کان مهينو کن پوءِ ئي سندس ماءُ گذاري وئي، ۽ هن کي پنهنجي ماميءَ فقير يار محمد جي گهر واري هنج وٺي پاليو ۽ ٿڃ پياري، ۽ اهڙي طرح هن جي سڄي زندگي سرجڻ کان وٺي سامائجڻ کان ويندي اڄ ڏينهن تائين سورن ۾ گذري:

سرجيس تان سور، سامائيس تان سک ويا،
اهي ئي پور، مون نماڻيءَ نصيب ٿيا .

هن ڪيترين ئي نوڪرين ڪيون ۽ ڇڏيون،صحافت بہ ڪئي، تہ

سياست بہ ڪئي ۽ جمهوريت جي بحالي ۽ عوامي خوشحاليءَ لاءِ جدوجهد جي ڏوهہ ۾ جيل بہ ڪاٽيو ۽ 15 ڪوڙا بہ کاڌا. جيل مان آزاديءَ بعد 80 واري ڏهاڪي ۾ هن "ڳوٺ سڌار سنگت" نالي تنظيم ٺاهي ۽ ڳوٺ کي ترقي وٺائڻ ۾ بہ هي سيني کان اڳيرو رهيو. پوءِ ساٿين جي بي قائدگين کي ڏسي سنگت کان جو پاسيرو ٿيو تہ آهستي آهستي ان تنظيم جو وجود ئي ختم ٿي ويو.

اسان جي حقيقي تربيت بہ بابي ڪئي، ننڍي هوندي کان ئي هن اسان کي سچائي خاطر سِرُ جهڪائڻ بدران ڪنڌ ڪٽائڻ جو درس ڏنو ٺڳي، ڪوڙ لپاڙ بازي ۽ ڦوشر کان پري رکيو ۽ ظالم کي ظالم چوڻ سيکاريو هن اسان کي ٻڌايو تہ ظلم ڪرڻ ڏوهہ آهي، پر ظلم سهڻ ان کان بہ وڌيڪ گناهہ آهي.

ننڍي هوندي اسان جي روٽين هوندي هئي تہ رات جي مانيءَ کان پوءَ ابو اسان کي ڳالهيون ٻڌائيندو ۽ تيستائين ٻڌائيندو رهندو جيستائين اسان کي ننڊ اچي يا وري اسان کيس اجازت ڏيون تہ هاڻي ٻلي توهان وجو ننڊپڻ ۾ تہ اسان جا سوال بہ ٻاراڻا هوندا هئا. ان ڪري ابو اسان کي وٺائي فقير جا قصا ۽ ڪهاڻيون ٻڌائيندو هيو پوءِ جيئن جيئن وقت گذرندو ويو تيئن اسان جا سوال ۽ دلچسپي بہ بدلجندي وئي، ابو اسان کي تمام بهترين نموني سمجهائيندو هيو.

دنيا ڪيئن ٺهي، زندگي ڪيئن وجود ۾ آئي، ان لاءِ سائنس ڇا ٿي چئي، اسلام ڇا ٿو چئي، اسلام ڪيئن آيو پيغمبر ڪيئن ٿيا، ڪربلا ڪيئن ۽ ڇو ٿي، نبي ڪريم جو شان، امامن جو شان، موهن جي دڙي کان وٺي سنڌ تي ڇا وهيو واپريو ڪيئن ارغونن، ترخانن، ڪلهوڙن، مغلن ۽ انگريزن جا دور گذريا، مخدوم بلاول جو گهاڻي ۾ پيڙهجڻ، صوفي شاهہ عنايت شهيد جي تحريڪ، "جو ڪيڙي سو کائي" وارو نعرو ڏئي شهادت ماڻڻ، ڀٽائي جو دور ان جي شاعري، ان جا موضوع، ان جا قصا، سچل، سامي ۽ قلندر هيمون ڪالاڻي، هوش محمد شيدي جي جدوجهد، حرن جي گوريلا تحريڪ، ننڍي کنڊ جو ورهاڱو هندستان ۽ پاڪستان جو ٺهڻ، هندن جي لڏپلاڻ، بنگلاديش جي آزادي، ايم آر ڊي جي تحريڪ، ذوالفقار ڀٽي جي ڦاهي، نظير عباسيءَ جي شهادت، جي ايم سيد، سوڀو گيانچنداڻي، حيدر بخش جتوئي ۽ شيخ اياز جي باري ۾ ٿوري گهڻي ڄاڻ، سنڌ تي ستر ۽ اسيءَ وارا ڏهاڪا ڪيئن گذريا، ادبي سنگت جو اوج، ڊاڙيلن جو دور ۽ اسان جي ڳوٺ تي چڙهايون، سنڌ جون موجوده پارٽيون ۽ انهن جا نظريا ۽ فڪر، قوم پرست ۽ آزادي پسند ڌريون، ترقي پسند، پارلياماني سياست، ڪميونسٽ،

ابو هزارين سالن جي سنڌ کي سهيڙي ان جي خمير کي تمام بهتر نموني اسان آڏو رکندو هو. شروع کان وٺي ابو جو اسان کي اهيو چوڻ هيو ته " پار قدرت طرفان ڪنهن نه ڪنهن برائي خلاف چڙيل تير هوندا آهن. انهيءَ ڪري والدين کي انهن تي پنهنجي مرضي نه مڙهڻ گهرجي. هنن کي ٻڌائجي ته بابا هيءَ ڳالهه هيئن نه پر هيئن آهي وڏيڪ توهان پاڻ مطالعا ۽ مشاهدا ڪيو پوءِ جيئن توهان کي بهتر لڳي."

ابو جي اهڙي بهترين تربيت سبب اسان ستين اٺين ڪلاس ۾ پهتاسين ته سنڌ جي تاريخ، سياست، ثقافت، ادب ۽ جاگرافي جي ٿوري گهڻي ڄاڻ هئي ۽ هزارين سالن جي سنڌ ۽ سنڌيت کان پليءَ پت واقف هئاسين. ۽ هن عظيم ۽ شاهوڪار سنڌوديش تان غلاميءَ جا ڪارا ڪڪر ٽڙي آزاد فضائڻ ۾ ساهه کڻڻ جا خواهش مند هئاسين.

سرويچ اٺين درجي تائين ڏوڪريءَ ۾ پڙهي نائين جي داخلا موهن جو دڙو هاءِ اسڪول ۾ ورتي ۽ پاڻ روزگار سانگي ڪراچي آيو مان هن کان اڳ ئي هتي نوڪري ڪندو هئس.

ڪراچيءَ ۾ سرويچ جو ڪتابن پڙهڻ ڏانهن به لاڙو ٿيو هن سائين جي ايم سيد جا ڪتاب " سنڌو ديش ڇو ۽ ڇا لاءِ" "جيئن ڏٺو آ مون" ۽ "رهبر" به پڙهيا هئا ته " چي گويريا جي ڊائري" " حر گوريلا تحريڪ" ۽ ڪرشن چندر جو ناول " غدار" پڻ پڙهيو هو سرويچ انگريز ليکڪا ايلائيز البينيا جي ڪتاب " Empires of Sindh " جو سنڌيءَ ۾ ترجمو " سنڌوءَ جون سلطنتون" جو پڻ مطالعو ڪيو هو هن شيخ اياز استاد بخاري، سرويچ سجاولي ۽ سرڪش سنڌيءَ سميت ٻين به ڪيترن ئي شاعرن جي شاعريءَ جا ڪتاب پڙهيا هئا. پيرزادن جا ته تقريبن سڀ ڪتاب هن جا پڙهيل هئا. انور صاحب جا سمورا ڪتاب، شاهه محمد ملڪ ۽ فيض جي شاعري، رحمت، سائل، مسرور، غوث ۽ امر جي شاعريءَ جا ڪتاب به هن جا پڙهيل هئا ته هن ستار پيرزادي جي ڪتاب جو پڻ مطالعو ڪيو هو ڪنيجڻ وارن ڏينهن ۾ سرويچ شيخ اياز جي منظوم ڊرامي جو ڪتاب " ڪي جو ٻيجل ٻوليو" پڙهي رهيو هو انهن ڪتابن کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي ڪتاب هن جا پڙهيل هئا. هن سچل، سامي ۽ بيدل جي شاعري به پڙهي هئي ۽ ڀٽائي صاحب ته هن جي رڳ رڳ ۾ شامل هيو.

ڪلهن مٿي ڪنڌ، رکيو سچيون راتڙيون

پٽائي ۾ سنڌ، ويٺا روئن پاڻ ۾.

ڪراچيءَ ۾سرويچ قومي تحريڪ سان سلهاڙيل رهيو پهريون جسقم آريسر ۾ ڪم ڪيائين. پوءِ جڏهن سرائي قربان کهاوڙ ساٿين سميت جسمم ۾ شموليت ڪئي ته هي به ان ئي سنگت سان گڏ جسمم ۾ آيو ۽ شهيد ذوالفقار ڪولاچي جي شهادت واري واقعي کانپوءِ سرويچ ڪراچيءَ ۾ هڪ ذميوار ۽ ميچوئر ڪارڪن طور اڀري سامهون آيو. ڪنهن سنڌي ڀاءُ کي جڳهه کپندي هئي، يا ڳوٺن مان ايندڙ مريضن کي رت هي مڙس ڦورن اتي پهچندو ۽ ماروئڙن جو مسئلو حل ڪندو هيو. مسئلا حل ڪرڻ جو ته وڏو استاد هيو. ڪيس ڪيڏو به وڏو مسئلو ٻڌائيو ته چوندو " بابا هي ته ڪو مسئلو ئي ناهي، هيئن ٿا ڪيون، مسئلو حل آ. توهان پريشان نه ٿيو."

هن پارٽيءَ سان به ڀرپور نڀايو. پريس ڪلب آڏو احتجاج هجي يا ڪنهن شهيد جي مزار تي حاضري، ڪتابي ميلو هجي يا ثقافتي ڏهاڙي جو پروگرام هر هنڌ ٽائيم تي پهچبو. هن قومي ڪارڪنن جي ڪنيچڻ خلاف احتجاج به ڪيا ته آزادي ماٽيندڙ دوستن کي آجياٽا به ڏنا. وحشين جي وحشيت جو شڪار ٿيندڙ ساٿين جا لاش ڪٺائي سنڌن ڳوٺن تائين به پهتو ته شهيدن جا ٽيجها، چاليها، ورسيون ۽ سالگراهون به ڪيون.

هڻڻ هڪلڻ، پيلي سارڻ، مانجهين ايءَ مرڪ
وجهن تان نه فرق، رڪ وهندي راند ۾

سرويچ ذهين ۽ بهادر هئڻ ڪري هميشه پنهنجي سنگت ۾ اڳواٽيءَ وارو ڪردار ادا ڪيو. علائقائي مسئلو هجي يا پارٽي پاليسي جيڪڏهن دوست ڪنهن ڳالهه ۾ غلط ويندا ته کين روڪيندو ڪو به قدم کڻڻ کان پهرين انهيءَ جي فائدن ۽ نقصان جو جائزو وٺندو ۽ سوچي سمجهي سنگت کي به مطمئن ڪندو ته " بابا هي ڪم ائين نه ٿيندو پر هيئن ڪرڻو پوندو." اهڙي طرح سرويچ 2007 کان وٺي ڪنيچڻ تائين "ڪنڌا مون پيرن ۾ توڙي لک لڳن" جيان سنگت سان ڀرپور نڀائيندو رهيو.

سرويچ جي بهادري، ذميواري ۽ سنگت جي سار لهڻ جو اندازو ان ڳالهه مان لڳائي سگهجي ٿو ته پنهنجي جي ڪيڏي باهه هجڻ باوجود سندس ڪنيچڻ کان ٿيڪ به ڏينهن اڳ جڏهن الله وڏايو مهر ڪنيچي ويو ته هو آفيس کان موٽي سڌو وڏائي جي گهر پهتو ۽ سندس والد کي دل جاءَ ڏني ته " بابا توهان جي

پٽ کي چوري يا ڌاڙي جي ڪيس ۾ نه پر هڪ عظيم مقصد، سنڌو ديش جي آزادي ۽ عوامي خوشحاليءَ جي ڳالهه ڪرڻ جي ڏوهه ۾ قيد ڪيو ويو آهي، اسين هر حال ۾ توهان سان گڏ آهيون ۽ دوست جي آزاديءَ لاءِ وسان ڪين گهٽائينداسين."

سرويچ گهر پهچي اسان کي ٻڌايو ته آءٌ جڏهن وڏائي جي پيءُ سان ڳالهائي رهيو هيس ته ان ئي وقت مونکي اڻڄاتل نمبر تان فون آئي، ڪيم ته وڏائي پاڻ ڳالهايو ۽ مون کي جوهر واري هوٽل تي اچڻ جو چيائين، مان ڳالهه سمجهي ويس ۽ ڪيس صرف ايترو چئي فون بند ڪيم ته" دوست مونکي خبر آ تون ڪنهجي چڪو آهين." پنهنجي ڪٺ ايتري ٻاهه هجڻ جو اندازو هوندي به سرويچ جو آفيس وڃڻ ۽ موبائيل فون آن رکڻ مان سرويچ جي بيگناهي، سچائي، بهادري ۽ سنڌ سان ڪمٽمينٽ صاف ظاهر آهي.

وڍيئي سي واڍوڙيا، رتُ نه ڏنو جن،
موت قبوليو تن، ڏنو جن ڏکيءَ کي.

سرويچ جي ڪٺ ڪيتري ٻاهه هئي ان جو مونکي پليءَ پٽ اندازو هيو ۽ ان معاملي تي منهنجو گهر وارن سان اهيو جهيڙو پيو هلندو هو ته، سرويچ کي هتي رهڻ نه ڏيو ڳوٺ موڪليوس، موبائيل فون ڪٽڻ نه ڏيوس، بنا ڪم جي ٻاهر نڪرڻ نه ڏيوس، پر گهر وارن تي سرٰويچ جو مڪمل ڪنٽرول هيو جڏهن هڪ اردو اخبار ۾ ساٿين سميت هن جي تصوير شايع ڪري ڪيس دهشتگرد ڄاڻايو ويوَ ته هو ڳوٺ ۾ رهڻ لاءِ راضي ٿيو ۽ ڳوٺ پهتو پر اسان جي گهر ۽ ڳوٺ جو ماحول اسان لاءِ نه اڳي سازگار هيو ۽ نه هاڻي آهي، اهو ئي سبب هو جو سرويچ هفتي ڏيڍ ۾ ئي ڳوٺ مان تنگ ٿي ڪراچي هليو آيو.

ڌارين سان منهن ڏئي وڃون، پنهنجن کي ڇا ڪجي،

سرويچ جي قول ۽ فعل ۾ تر جيترو به فرق نه هيو هڪڙا ماڻهو شهپر کي وٽ ڏئي وڏي فخر سان پاڻ کي جيئي سنڌ جا ورڪر ته سڏائيندا آهن، ۽ جيئي سنڌ جي جلسن جلوسن ۾ وڏيون رڙيون ڪري " پاپي پاڪستان جا حامي سڀ حرامي" جا نعرا ته هڻندا آهن پر جڏهن اليڪشن ويجهو ايندي آهي ته پاڪستان جي حامي وڏيرن جي ورڪ ۾ به سڀ کان اڳيان اڳيان هوندا آهن! ۽ وڏيرن کي ووٽ ڏيڻ لاءِ ماڻهن کي ايلاز ڪندا آهن! شايد سنڌ جي غلاميءَ جو هڪ وڏو سبب جيئي سنڌ جا اهڙا ورڪر پڻ آهن، پر سرويچ ان حوالي سان

هڪ سچو ۽ باضمير ورڪر هيو جنهن پنهنجي عظيم آدرشن تان ڪڏهن به هٽ نه ڪئي.

صوفي چاڻين سڏ ڪرين، صوفيءَ ايءَ نه صلاح
ڪاتي رک ڪلاهه، وجهه اڇلي آڳ ۾ .
"شاهه"

اسان جڏهن ڪراچيءَ ۾ ڪرائي جو فليٽ وٺي الڳ رهڻ لڳاسين ته ماڻهن گهٽيون ڳالهيون ڳاهيون ته سرويچ ڪي پارٽي پگهار پئي ڏئي،وغيره وغيره، پر اها ته اسان کي خبر هئي ته اسان ڪيئن پئي گذاريو سرويچ کي ڪنيجڻ واري ڏينهن به هڪ پراڻي ۽ ڦاٽل جينز جي پينٽ پاتل هئي، جنهن تي هن اميءَ کي چيو " سڀ پينٽيون به ڦاٽي ويون آهن نيون وٺيون پونديون " سرويچ ۽ اسان هميشه قومي جذبي تحت سنڌ ۽ سنڌي ماروئڙن جي محبت ۾ پيٽائي ۽ سچل جي پوڻءَ سان محبت ۾ هڙان وڙان ڏئي جدوجهد ڪئي ڪڏهن به ڪنهن ۾ ٽڪي جي به لالچ نه ڪئي سين هميشه پنهنجي گهر ۽ ڪيسي کي باهه ڏني سين.اسان جيئي سنڌ جا ڪيترائي اڳواڻ ڏٺا آهن جيڪي جيئي سنڌ جي نالي تي ڪک پتي مان لک پتي بڻجي ويا، ڪيترن کي ته پرائين زمينن ۽ پلاٽن تي قبضا ڪندي به ڏٺو آهي، پر سرويچ پنهنجي پيءُ جيان شروع کان وٺي هميشه قومي جذبي تحت هڙان وڙان ڏئي عوامي خوشحاليءَ لاءِ جدوجهد ڪئي.

اسان جڏهن ڪرائي جي فليٽ ۾ رهڻ لڳاسين ته اسان جا پاڻ ۾ بحث به جام ٿيندا هئا، ابو ڪان وٺي سمن تائين بنا جهجهڪ جي هڪ ٻئي سان بحث ڪندا هئاسين. ابو جڏهن قلم کي سڀ کان وڏو هٿيار ڪوٺي، هٿياربند جدوجهد کي رد ڪندو هيو ته سرويچ انتهائي جذباتي ٿي ويندو هيو ۽ چوندو هو " جيڪڏهن اسان جا ابا ڏاڏا پنهنجي دور ۾ ئي مزاحمت شروع ڪن ها ته اڄ اسان جي اهڙي حالت نه هجي ها. جيڪڏهن اسان اڄ به مزاحمت نه ڪئي ته ايندڙ نسل اسان کي ڪڏهن به معاف نه ڪندو ۽ سياڻي اسان ٻار چوندا ته جڏهن اسان جي امڙ سنڌ ڌرتيءَ سان اڻ ڳڻيا ظلم ٿي رهيا هئا. سنڌ جو وجود، قومي بقا ۽ تشخص خطري ۾ هيو ۽ حق سچ جي ڳالهه ڪرڻ جي ڏوهه ۾ سنڌ ڌرتيءَ جا ڪونڌر پٽ ڪُنا پئي ويا، ان وقت اسان جا وڏا قومي ذميواريءَ کان منهن موڙي، ڪنڌ وٺي پيٽ گذر ڪرڻ ۾ پورا هئا. اسين ائين هرگز نه ٿيڻ ڏيندا سين، هي سنڌ جا وسيلا جيڪي پنجاب پيو ڪٽي اهي اسانجي ايندڙ نسلن جي امانت

آهن، هي سنڌ جون زمينون جيڪي فوجين کي ڏنيون پيون وڃن انهن تي سنڌي مارووڙن، هارين نارين جو حق آهي،سنڌ هزارين سالن کان هڪ جدا ملڪ رهي آهي، اسين سنڌي اهڙي عظيم قوم آهيون جن دنيا کي ڪپڙو اوڍڻ سيکاريو ۽ پوکي راهي سيکاري. اڄ بہ عالمي قانون موجب جنهن قوم وٽ پنهنجي ڌرتي، وسيلا، ٻولي ۽ ثقافت آهي تہ آزادي ان جو بنيادي حق آهي، پر اسان سنڌين کي ڏنڊي جي زور تي غلام رکيو ويو آهي، جيڪا غلامي هاڻ گهڻا ڏينهن نہ هلندي، سنڌو ديش جي آزادي اٽل حقيقت آهي، رياست سميع الله ڪلهوڙي، مظفر ڀٽي ۽ سرائي قربان کي تہ ماري سگهي ٿي پر باشعور سنڌين جي دلين مان سنڌوديش جي آزاديءَ جي خواهش ختم نٿي ڪري سگهي، پوءِ ڀلي انهن باشعور ماڻهن جو تعداد گهٽ ۽ پاپي پاڪستان جي حامين جا هجوم هجن، پر ان هڪڙي باشعور ۽ سچي سنڌيءَ جي ڳالهہ انهن هجومن کان وڌيڪ اثرانداز ٿيندي، ڇو تہ سنڌوديش جي آزادي تاريخي سچ آهي، جنهن جي شاهدي مخدوم بلاول بہ ڏني رهيو آهي تہ صوفي شاهہ عنايت شهيد، شهيدن جي گنج سميت پاڻ بہ گواهہ آهي، پر پاپي پاڪستان جا بنياد ڪوڙ ۽ ٺڳيءَ تي ٻڌل آهن، سڄي دنيا ۾ مذهب جي نالي تي ٺاهيل ڪا رياست شايد ٿي ملي، پر هتي مذهب جي بنياد تي ڇهن الڳ خطن ۽ قومن کي ڏنڊي جي زور تي هڪ ملڪ طور هلايو پيو وڃي جيڪو هاڻ گهڻا ڏينهن هلي نہ سگهندو."

جڏهن اسان جو ڳالهائڻ سفا تيز ٿي ويندو هو تہ امي چوندي هئي " بس ابا ٺهي ويو سنڌوديش هاڻي ساهہ پٽيو."

سرويچ کي بہ اسان سڀني جيان موسيقيءَ سان ڏاڍو چاهہ هيو. سرمد سنڌي ۽ عابدا پروين کيس تمام گهڻا پسند هئا، سندس موبائيل ۾ "هاءِ اسانجو پاڳل منڙو" "نٿو جو سنڌ لاءِ لڙي" " او شوخ هوا" "تيري نينا بڙي قاتل " ۽ ٻيا گانا سيو هيا جيڪي هو اڪثر ٻڌندو رهندو هو.

سندس موبائيل ۾ ڪنهن دوست جي آواز ۾ اهيا شاعري بہ هوندي هئي تہ :

اي زمانا اسانجو قبيلو ڪنو
خون ناحق جي ڪنهن سان شڪايت نہ آ
مقتلن جي ڀتين تي پڙهين ٿو تہ پڙهہ
ٻئي شهيدن جي رت جي ڪهاڻي نہ آ

سرويچ محرم ۾ مجلسن تي به ويندو هيو ۽ سندس موبائيل ۾ نوحا به سيو ٿيل هوندا هئا.

11 سيپٽمبر جي شام جو جڏهن سرويچ جي آفيس مان فون آئي ته سرويچ موٽرسائيڪل تي سامان ڪوريئر ڪرڻ ويو هو ۽ اڃا تائين ناهي آيو ته منهنجي پيرن هيٺان زمين نڪري وئي، ۽ مان سمجهي ويس ته اڄ خير ناهي، لڳي ٿو همراهه ڪنهنجي ويو پوءِ ته اسان ٿاڻي تي به وياسين، روڊ رستن ۽ اسپتالن مان به پڇا ڪئي، مطلب ته جيترو وس هيو پورو زور لڳايو عدالت ۾ پٽيشن به داخل ڪرائي ته سي پي ايل سي ۾ درخواست به ڏني سين، ڪميشن فار مسنگ پرسنز آف پاڪستان ۾ به درخواست ڏني سين، مظاهرا به ڪياسين ته پٽائي ڪي دانهن به ڏني سين، پر اسان جي هڪ به نه هلي.

منهنجا پاءِ تنهنجي آزاديءَ لاءِ اديبن ۽ صحافين به احتجاج ڪيا ته ٻاهرين ملڪن ۾ رهندڙ سنڌين به مظاهرا ڪري تنهنجي آزاديءَ لاءِ آواز اٿاريو. تنهنجي ڪنهنجڻ جي ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ٻي رياستي ادارن جا چاڙتا ڪنهن نه ڪنهن جي ذريعي اسان رابطي ۾ آيا، ۽ اسان کي چيو ويو ته " توهان جو ڇوڪرو ڦلاڻي اداري وٽ آهي، ان کي ڦلاڻي هنڌ رکيو ويو آ، مٿس ملڪ دشمني ۽ رياست مخالف سرگرمين جا الزام آهن، توهان جي لاءِ positive pointاها آهي ته سرويچ تي خون جو ڪو به الزام ناهي، توهان ٽي مهينا صبر ڪيو ۽ پريس ۾ هٽ هلڪو رکو هاڻ گهوڙا نه ڪيو باقي عدالتي ڪاروائي پلي ڪيو."

حج واري عيد تي ايتري پڪ ڏني وئي ته همراهه عيد نماز کان پهريان گهر ايندو پوءِ ته اسان سرويچ جا ڪپڙا استري ڪري رکي ويٺا هئاسين ته چاڻ آيو پر اسان کي ڪهڙي خبر ته هاڻ سرويچ اسان سان ڪڏهن به ملي سگهندو ۽ هميشه جي لاءِ جدا ٿي ويندو.

سنڌ هاءِ ڪورٽ اسان جي پٽيشن تي ٽي چار ٻڌڻيون ڪيون ۽ هر ٻڌڻي تي اهيو ئي حڪم ڏنو ته سرويچ کي آزاد ڪرائي عدالت ۾ پيش ڪيو وڃي، پر رهزنن اهڙن حڪمن کي کنگهيو ئي ڪونه، منهنجا پاءِ تنهنجي آزاديءَ لاءِ آواز ته سنڌ اسيمبليءَ ۾ به اٿيو ۽ ورلڊ سنڌي ڪانگريس سميت عالمي ادارن به تنهنجي آزاديءَ جا مطالبا ڪيا پر ڪنهن جي به هڪ نه هلي، ۽ رهزنن کي ذرو به رحم نه آيو.

منهنجا پاءِ تنهنجي گمشدگيءَ وارا اهي اسي ڏينهن اسان ڪيئن

گذاريا انهيءَ ڪيفيت کي اظهارڻ لاءِ مون وٽ لفظ ناهن، اسين سڀ اهي ڏينهن زندگي ۽ موت جي ڪشمڪش ۾ هئاسين.

سگهن سُڌِ نہ سور جي، تہ گهايل ڪيئن گهارين

جيڪو چوي پيو تہ صلوات پڙهو تہ صلوات پيا پڙهون، ڪنهن ڪو وضيفو ٻڌايو تہ ڪنهن ڪا سورت، جيڪو جيئن چوي پيو تيئن ڪيون پيا، پر پوءِ بہ تون اسان کي زنده نہ ملين،

ابو مان ۽ شعور تہ توکي ڇيڙائڻ جا نوان طريقا بہ ناهي ورتا هيا، تہ هاڻي سرويچ موتي اچي تہ هيئن ڇئي ڇيڙائيندا سين، توکان ڀڇندا سين تہ توکي ڪيئن ۽ ڪٿان کنيو ويو ڪٿي ۽ ڪيئن رکيو ويو توکان ڪهڙا سوال ڀڇيا ويا ۽ تو ڪهڙا جواب ڏنا، سرويچ اچي تہ هيئن ڪندا سين، سرويچ اچي تہ هونءَ ڪندا سين،

منهنجا پياءُ مونکي تنهنجي کنيجڻ کان پوءِ ٻن مهينن تائين تنهنجي آزاديءَ جي پوري پڪ هئي پر پوءِ آءُ تنهنجي شهادت جو صدمو سهڻ لاءِ ان ڏينهن کان ذهني طور تيار ٿي ويس جڏهن اسان کي ايڌي جي سرد خاني وچي تنهنجو لاش ڳولهڻ لاءِ چيو ويو. ابو ۽ مان سرد خاني ۾ ٽيهہ کن لاش وچي ڏٺا تہ متان هي لاش سرويچ جو هجي يا هو لاش سرويچ جو لاش هجي، تو جهڙي ڳڀرو پياءُ کي بيوسيءَ وچان لاش جي صورت ۾ ڳولهڻ وقت منهنجي ڇا ڪيفيت هوندي اها يقينن تون ڄاڻي ٿو.

پهرين ڊسمبر جي صبح تي امي ۽ مونکي ٽاڻي وارن گهرايو هئو اسان تيار ٿي اوڏانهن پئي وياسين تہ مون جاچ آفيسر کي اچڻ جو وقت پڇڻ لاءِ فون ڪئي جنهن تي هن پئي ڏينهن تي اچڻ لاءِ چيو ايتري دير ۾ اسان کي متن مائٽن جون فونون اچڻ شروع ٿي ويون تہ حيدرآباد مان مليل ڇچريل لاشن مان هڪ سرويچ جو آهي، ايتري ۾ اسان جا مائٽ مٽ بہ فليٽ تي پهچي ويا ۽ نائين بجي واريون خبرون اسان فليٽ تي ڏٺيون جن ۾ سرويچ پري کان پڌرو هيو ۽ مان پهرين نظر ۾ ٿي ڪيس سڃاڻي ورتو اسانجا مائٽ امي ۽ ابو کي سڃاڻپ لاءِ ڪار ۾ ڪٽي حيدرآباد لاءِ نڪتا ۽ مون کي ڪار ۾ ويهڻ نہ ڏنو ويو. ابو وارن حيدرآباد پهچي تنهنجي سڃاڻپ ڪئي، ۽ تنهنجو مڙهہ وصول ڪرڻ وقت ابو صحافين سان ڳالهائيندي اهيو بيت پڙهيو تہ :

سِرُ يار جي قدمن ۾ ، فدا ٿيو تہ بجا ٿيو

حق عشق جو بس هيئن جي، ادا ٿيو تہ بجا ٿيو

۽ اهڙي طرح تون پنهنجو شهيدن سان ڪيل پلئو ڪرڻ وارو وچن پاڙي، سنڌ تان سر گهوري هميشہ لاءِ امر ٿي وئين. منهنجا پياءُ تون سچو حسيني هئين جنهن وقت جي يزيد سان جهيڙيندي شهادت جو جام نوش ڪيو. تنهنجو جسم تہ اسان کان هميشہ لاءِ جدا ڪيو ويو پر تون اڄ بہ اسان سان گڏ آهين، ڇو تہ شهيد ڪڏهن بہ ناهن مرندا، هو هميشہ حيات هوندا آهن.

مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نہ مات

هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جيئا

آخر ۾ آءٌ پنهنجي پياءُ جي بيگناهہ قتل جي دانهن عالمي ادارن، يا سپريم ڪورٽ کي ڏيڻ بدران سنڌ جي عوام کي ڏيڻ چاهيان ٿو هارين، نارين، پورهيتن، مزدورن، واپارين، دڪاندارن، ڊاڪٽرن، انجنيئرن، صحافين، شاعرن، اديبن، استادن ۽ خاص ڪري شاگردن سميت هر باشعور سنڌي ماڻهو کي منهنجو اهيو هٿ ٻڌي عرض آهي تہ پيارو اسان جي سنڌ امڙ هن وقت انتهائي ڏکي دور مان گذري پئي، خدارا انهي جي مالڪي ڪيو اسان جو وجود ۽ قومي بقا خطري ۾ آهي، انهيءَ ڪري اسان سيني کي سنڌ جي معاملي تي مڙئي مٺ ٿيڻو پوندو. اسان کي هڪ ٻئي کان هزارين اختلاف ٿي سگهن ٿا، پر هن وقت ۾ ڪيڏا بہ وڏا اختلاف هجن اهي ختم ڪرڻا پوندا، ڇو تہ اهيا ئي وقت جي اهم ضرورت آهي، ڇو تہ اسان پلي ڪهڙي بہ پارٽي يا فڪر سان سلهاڙيل هجون، يا نہ هجون، پر اسان جا قومي مفاد ساڳيا آهن، هن وقت ڇڙوڇڙ ۽ وکريل سنڌ کي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ ئي وقت جي اهم ضرورت آهي، ڇو تہ گڏ ٿيڻ کان سواءِ مسئلا حل نہ ٿيندا. پتائي صاحب لکيو آهي نہ تہ :

ڏکيون جان نہ مڙن، تان تان پنڻ نا ٿئي.

سرويچ تو تي لکندي ۽ تنهنجي زندگيءَ تي شايع ٿيندڙ هي ڪتاب ڪمپوز ڪندي مان ڪيترا ڳوڙها ڳاڙيا هوندا اهو تون يقنن ڄاڻين پيو اهيو تو ئي تہ هئين جيڪو مونکي ڳوڙها اگهي وري لکڻ لاءِ اتساهين پيو.

لکڻ تہ گهڻو ڪجهہ چاهيان ٿو پر ڪيترو لکي ڪيترو لکندم تنهنجي عظيم ڪردار تي تہ پورو ڪتاب لکي سگهان ٿو تہ تو ڪيئن نہ سچائي، ايمانداري، بنا خوف ۽ لالچ جي هڙان وڙان ڏئي جدوجهد ڪئي، لکڻ تہ گهڻو ڪجهہ چاهيان ٿو پر ڇا ڪيان منهنجي ڪيفيت ڪجهہ اهڙي آهي تہ :

هڪ قلم هڪڙو مان، ڪيئن پورو پوان
ٻيا لکي ٻيا لکان، ٻيا لکي ٻيا لکان....

آخر ۾ آءٌ شڪر گذار آهيان انهن سڀني دوستن يارن، ڀينرن، ڀائرن، مٽن مائٽن ۽ انهن سڀني ماڻهن جو جن سرويچ جي ڪنيجڻ خلاف احتجاج ڪيا، مظمون لکيا ۽ شاعري ڪئي، هن جي آزاديءَ لاءِ ڪوششون ڪيون ۽ هن جي شهادت کان پوءِ اسان جي ڏک ۾ شريڪ ٿيا ۽ هي ڪتاب ڇپائڻ جي ڪم ۾ اسان جو ساٿ ڏنو سڀني جي مهرباني، لک ٿورا، ڪروڙين قرب، حق موجود، جيئي لطيف، جيئي سنڌ.

سنڌ سلامت ساٿ سلامت



# بهادر ياءُ سرويچ

## ـــــــــــــ سپت لطف ( شهيد سرويچ جي پيڻ"

اڄ منهنجي بهادر ياءُ سرويچ جو جنم ڏينهن آهي پر شهيد سرويچ جو جنم ان ڏينهن ٿيو هو جنهن ڏينهن هن پنهنجو عشق نڀايو شهيد سرويچ پنهنجي عشق سان وفائي ڪئي، هن سنڌ ڌرتيءَ سان عشق ڪيو ۽ نڀايو عشق به ڪو اهڙو تهڙو شهادت تائين سوچڻ هڪ وڏي ڳالهه آهي، پنهنجي موت جي باري ۾ سوچڻ هڪ وڏي ڳالهه آهي، رڳو سوچڻ به نه ان تي ثابت قدم رهي سرويچ شهادت ماڻي جيڪا هن جي خواهش هئي، ڪڏهن ڪڏهن مان سوچيندي آهيان ڇا ائين به ڪنهن جون خواهشون پوريون ٿينديون آهن جيئن منهنجي بهادر ياءُ سرويچ جي پوري ٿي هن شهادت ماڻڻ گهري ۽ اها هن کي ملي، سنڌ ڌرتي هميشه سورهيه ۽ سرويچ پيدا ڪندي آئي آهي، اهي سرويچ جن سرُ ڏنو پر سنڌ نه ڏني ۽ اهڙا سورهيه سرويچ پيدا ٿيندا رهندا. مان پاڻ تي فخر محسوس ڪندي آهيان جو منهنجو اهڙو سرويچ ياءُ آ، روئي روئي وري پاڻ کي دلداري ڏيندي چوندي آهيان مان ڇو ٿي روئان؟ منهنجو ياءُ ايڏي خوشيءَ سان شهادت ماڻي ويو آهي، جيڪو هن چاهيو اهو هن کي مليو منهنجو اهڙو بهادر ياءُ آهي مان ڇوٿي روئان. هن سنڌ تان سرُ قربان ڪيو۽ مونکي پوري پڪ آهي ته منهنجي ڀائرن جون شهادتون رائگان نه وينديون اهي هڪ ڏينهن ضرور رنگ لائينديون. منهنجي اهڙن بهادر ڀائرن لاءِ شاهه سائين فرمائي ٿو :

سوريءَ سڏ ٿيو ڪا هلندي جيڏيون،
وڃڻ تن پيو نالو نينهن ڳنهن جي.

اسلام ۾ به شهيد جو درجو ايڏو ته بلند آهي جو ان کي مئل سڏڻ جي به موڪل ناهي، فرمايو ويو آهي ته شهيد زنده آهن پر اوهان کي سندن زندگين جو شعور ناهي، ايڏو وڏو رتبو ماڻي ويو منهنجو ياءُ.

جنهن ڏينهن منير خان چوليانيءَ جي شهادت جي خبر پئي ته سرويچ مونکي چيو( سپي، هو معذورن کي به نٿا ڇڏين ته اسان چڱن ڀلن کي ڪٿي ڇڏيندا) هن کي پنهنجي شهادت جي پوري پڪ هئي چوندو هو ( ماڻهو

مرندو تہ هوئين بہ تنهن کان شهادت جو رتبو ماٺي چو نہ مرجي)

هڪ ڏينهن مان سرويچ کان سوال ڪيو تہ ادا تنهنجو هيڏي لاڙو ڪيئن ٿيو تو ايڏو گهڻو ڪيئن سوچيو ايڏي ننڍي عمر ۾؟ چيائين تہ مان سائين جي ايم سيد جا ڪتاب پڙهيا ۽ سنگت بہ اها ٿي ملي، هن جو ننڍپڻ کان ٿي باغي ذهن هوچوندو( هو هر شيءِ سنڌ ۾ آ پوءِ بہ سنڌ جا ماڻهو ڏکيا ايڏي ننڍي عمر ۾ ايڏي وڏي سوچ، ڳجها ادارا هڪ لاش ڏين ٿا تہ 5 بهادر پيدا ٿين ٿا.

هاڻ ننڍيا پار بہ چون ٿا تہ اسان ادا سرويچ جو بدلو وٺنداسين، اسان واجد جو پلئو ڪنداسين، ڪنهن کي شهيد ڪري ڪنهن کي ڪندا،۔سنڌ ڌرتيءَ جي بهادر پيدا ٿيندا رهندا، سرخ سلام آ پنهنجي بهادر پائرن کي جن پنهنجون سون جهڙيون جوانيون سنڌ ڌرتيءَ تان سنڌ جي ماروئڙن تان قربان ڪري ڇڏيون.

سنڌ جي 22 ۽ 24 سالن جي نوجوانن کان ظالمن کي ايڏو ڊپ هو جو کين گولي هڻندي دير نہ ڪين، هي ٿاڻا، عدالتون، جج هنن جي آڏو چپ ٿي ويا آخر چو؟ ڪيترا هي سنڌ جا نوجوان شهيد ٿيندا رهندا، آخر هڪ ڏينهن هنن جون شهادتون بہ رنگ لائينديون اها پوري پڪ آ.

سلام آ منهنجن بهادر پائرن کي.

* شهيد سرويچ جي 23 سالگرهہ تي لکيل *

# سرويچ کي سالگرھ تي پيتا

سمن لطف "شهيد سرويچ جي ڀيڻ"

اڄ منهنجي بهادر ڀاءُ سرويچ پيرزادي جو جنم ڏينهن آهي، جنهن 9 فيبروري 1991 ع تي موهن جي دڙي جي ڀرسان سنڌوءَ جي ڪپ تي قائم ڳوٺ ٻلهڙيجيءَ ۾ لطف پيرزادي جي گهر ۾ جنم ورتو هو يارهين سيپٽمبر 2014 کان گم هو پوءِ ٻارهين ڊسمبر تي نوري آباد مان سندس ڇچريل لاش مليو هن جي جيڪا وطن تان وارجن واري خواهش هئي اها هن پوري ڪئي، هن جي مرڻ جي عمر نه هئي پر هن جي موڙ ٻڌڻ جي عمر هئي، اسان کي ڏک هوندو ۽ سڄي عمر لاءِ رهندو پيو مان ڇا لکي ڇا لکان، ڀٽائي صاحب چيو آ :

سوريءَ سڏ ٿيو ڪا هلندي جيڏيون

وڃڻ تن پيو نالو نينهن ڳنهن جي .

# ڳوڙن ۽ ڳوڙن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا

بدر ابرار " شهيد سرويچ جي ماسي "

هن مهل جڏهن مان پين کڻي سرويچ لاءِ لکڻ ويٺس تہ منهنجي ذهن ۾ ميهر اچي وئي، ۽ دل چيو تہ جيڪر مان ان جي زندگيءَ تي لکان، ماءُ پيءُ جو پهريون اولاد پيار سان پليل جيڪا گهر جي غربت ۽ گهڻن مسئلن کان گهڻو پري، پنهنجي ٻچپن ۽ پوءِ جوانيءَ کي ڀرپور Enjoyڪري رهي هئي، ۽ هوءَ اهيو فيصلو تي ڪري تہ مان شادي پنهنجي سئوٽ جنهن سان منهنجي ڇمڻ مهل ماءُ پيءُ فيصلو ڪيو هو تہ اسان هن کي ڏني ان سان ٿي ڪرڻ تي چاهيان، ۽ الله هن کي خوبصورت اولاد سان نوازيو غربت ۾ هن ٻار ڪيئن ڇٽيا؟ ڪيئن پاليا؟ گهر ۾ ويم ڪري تڪليفون ڪاٽي جيئن هن ٻار پاليا اهو جيترو مان لکندس اهو گهٽ آهي.

۽ وري هڪدم منهنجي دل ۾ خيال آيو تہ جيڪر مان پنهنجي زندگيءَ تي لکان تہ سرويچ جو منهنجي زندگيءَ ۾ ڇا ڪردار رهيو. ميهر جا اهي ٻار جيڪي مون پنهنجي اولاد کان اڳ ۾ پاليا، کارايا، وهنجاريا ۽ ننڍڙن ڪرايون ۽ پوءِ جڏهن هو جوان ٿيا تہ منهنجي عزت پنهنجي ماءُ پيءُ کان وڌيڪ ڪرڻ لڳا، ايتري قدر جو جڏهن هو ڀڳهار آڻيندا هئا تہ پنهنجي ماءُ پيءُ جي سامهون اچي مونکي ڏيندا هئا.

جڏهن اهڙي سرويچ پٽ جو لاش اسان جي اکين آڏو هوندو تہ اسان ڪيئن ان کي تسليم ڪيو هوندو اها اسان جي ۽ الله جي وچ جي ڳالهہ آهي، مان ساڳيون ڳالهيون نٿي لکان تہ ڪيئن گهر کان نڪتو ڪيئن ڪنپيو ويو اها تفصيل سيني لکي آ. ٽي مهينا اسان انتظار ڪيو ۽ انهن ٽن مهينن ۾ اسان جيڪي انتظار جون گهڙيون ڪاٽيون، الله ڪنهن کي اهڙو خواب بہ نہ ڏيکاري، مٺا سي، جيئا سي ۽ هڪ ٻئي کي ٽيڪ ڏني سين، سرويچ خوبصورت، محنتي، ذميوار ۽ ڏنگي طبعيت جو نوجوان جنهن جيڪو فيصلو ڪيو اهو پورو ڪري ڏيکاريو ۽ اسان کي سرويچ جي فيصلي تي مان آ.

سرويچ چوندو هو تہ "صرف جيئڻ پيٽ پالڻ ۽ مري وڃڻ زندگيءَ جو

نالو ناهي، پر مقصد خاطر جيئڻ مرڻ بعد ماڻهن جي اکين جو لڙڪ بڻجڻ ۽ پنهنجي ڪارنامن جا ڏرتيءَ تي اڻ مٽ نشان ڇڏي وڃڻ زندگيءَ جو اصل نالو آهي." سو هو پنهنجي زندگيءَ جي مقصد ۾ ڪامياب ٿيو اسان جو ڏک پنهنجي جاءِ تي پر اسان کي هن جي ڪاميابيءَ تي فخر آهي، ۽ سرويچ خوش نصيب آهي جو هن شهادت گهري هن کي ملي اسان جو ڏک پنهنجي جاءِ تي ۽ هن جي خوش نصيبي پنهنجي جاءِ تي.

گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا
ڪڏهن منجهه ڪوٽن، ڪڏهن راهي رڻ جا



# سرويچ توکي روحاني عشق مبارڪ

ناشا زرار " شهيد سرويچ جي ماسي "

سرويچ تون جڏهن 14 سالن جي عمر ۾مون سان روحاني عشق جي حوالي سان بحث ڪندو هئين، تہ مونکي حيرت لڳندي هئي تہ ڪٽي هن کي عشق جي خبر، پر اڄ اندازو ٿيو تہ تنهنجو ڌرتي ۽ پنهنجي محبوبا سان سچ بہ روحاني رشتو هيو

جڏهن تون تمام ننڍي عمر ۾ پنهنجي ٻانهن تي محبوبا جو نالو لکايو تہ مان توکي چيو تہ، ڇا خيال آهي اسان هنن کان تنهنجي لاءِ سڱ گهرون ؟ تہ تو مسڪرائي چيو " منهنجو عشق روحاني آهي "

انهيءَ روحاني عشق وانگر تون اسان سان گڏ رهندي بہ اسان کي پنهنجي سياست ۽ پارٽي جي ايڏي ڳالهہ نہ ٻڌائي، اهي خبرون تہ اسان کي هاڻ ٿيون پيون، تون اسان کي ايڏو مظبوط ڪيئن سمجهيو اسان تو جيڏا بهادر نہ هئاسين، اسان جو اندر تہ ننڍي هوندي کان ڏکن جي اُڌهيءَ کائي کوکلو ڪري ڇڏيو هيو اسان توهان جي خوشين جي انتظار ۾ ويٺل هئاسين، تنهنجي ماءُ توهان کي ڏاڍين تڪليفن سان پالي جوان ڪيو هو ۽ توهان جو ڏکن سان جهريل پيءُ جنهن کي ڪير ايترو چوندو آهي تہ " خوش آهيو " تہ هن جون اکيون پرجي ايندڀون آهن.

اسان سڀ تنهنجي وڇڙ جو صدمو ڏسون ڪيستائين ٿا پنهنجي ڪلهن تي کڻي سگهون.



# سنڌ جو عاشق

**انعم ابرار** " شهيد سرويچ جي ماسات"

سنڌ جو عاشق ۽ ان تي قربان ٿيڻ وارو سرويچ، منهنجو سڳو ماسات ۽ بهترين دوست هيو سنڌ جي لاءِ هن جي محبت ۽ ان تي قربان ٿيڻ جي همت ڏسي، مون کيٰ هن تي فخر آهي، ايتري ننڍي عمر ۾ انهيءَ مقام تي پهچڻ هر ڪنهن جي وس جي ڳالهہ نہ آهي.

سرويچ هميشہ کان ڏاڍو active ۽ intelligentهيو اسان جڏهن بہ ڪچهريءَ ۾ ويهندا هئاسين تہ هو چوندو هيو تہ " توهان سنڌ جي educated youthآهيو سنڌ جو مستقبل توهان جي محنت ۽ بهادريءَ تي dependڪري ٿو."

هو هميشہ وڏيون وڏيون ڳالهيون ڪندو هيو ۽ اسان هن تي کلندا هئاسين، اسان کي ان ڳالهہ جو اندازو نہ هيو تہ هو واقعي سنڌ جي محبت ۾ ايتري حد تائين وڃي ٿو سگهي، ايتري محبت تہ ماڻهون پنهنجي پاڻ سان ڪرڻ لاءِ بہ سئو دفعا سوچيندو آهي.



15سيپٽمبر 2014

# سرويچ پيرزادي کي کڻي گم ڪرڻ خلاف اديبن ۽ صحافين جا احتجاجي مظاهرا، ڌرڻا

دادو ميهڙ، ڏوڪري، شهدادڪوٽ، سجاول جوڻيجي، ٻاڍه ۽ مدئجي ۾ احتجاج ڪيو ويو

**ڪنهن به تنظيم سان واسطو نه هئڻ باوجود سرويچ کي کڻي گم ڪيو ويو آهي، کيس آزاد ڪيو وڃي: اڳواڻ**

سياسي سماجي تنظيمون، سول سوسائٽي، وڪيل ۽ صحافي پٽ جي آزادي لاءِ مدد ڪن: لطف پيرزادو

ڪراچي (نمائندن وٽان) پهنجي جي پارڪو ۽ ليکڪ لطف پيرزادي جي پٽ ۽ شوقي اوزجي سب ايڊيٽر عنايت پيرزادي جي ڀاءُ سرويچ پيرزادي کي کڻي گم ڪرڻ خلاف اديبن صحافين ۽ سياسي سماجي ڪارڪنن مختلف شهرن /ڏسو صفحو 2 ڪالم 3

سرويچ پيرزادي کي آزاد ڪيو

۾ احتجاجي مظاهرا ڪري ڌرڻا هنيا. ترجمان جي آزادي جو مطالبو دادو ۾ نيشنل پريس ڪلب جي صدر سرور جلال سولنگي، مقصود چانڊيو، قربان علي ميمڻ، مختيار سومرو، اعجاز علي سمون، امتياز ميمڻ، مقصود نو چانڊيو، ظهير بلوچ، مقبول چانڊيو، شهزاد ... بلڊ ايڪشن ڪميٽي، اڳواڻ ڊاڪٽر حماد ...



ڏوڪري: صحافي لطيف جي پارڪو سرويچ پيرزادي کي کڻي گم ڪرڻ خلاف احتجاج ڪري رهيا آهن

19سيپٽمبر 2014

# ڪنڀيل قومي ڪارڪنن جو پتو نه پيو، سرويچ پيرزادي جي آزادي لاءِ ڌرڻا

**آصف پنهور، روحيل لغاري، واجد لانگاهه، فهيم پٺو الله ودايو مهر ۽ صحبت ڪوسو اڃا گم**

سرويچ جي آزادي لاءِ اديبن، صحافين ۽ سياسي سماجي ڪارڪنن شهدادڪوٽ، ٺوان جتوئي ۽ جروار ۾ احتجاج ڪيو

**ميڊيڪل ڪمپني جي ملازم سرويچ پيرزادي کي آزاد ڪرائي وارثن، اديبن ۽ صحافين سان بيچيني ختم ڪئي وڃي: اڳواڻ**



کڻي گم ڪيل واجد لانگاهه، فهيم پٺو الهه ودايو پنهور ۽ سرويچ پيرزادو

ڪراچي (نمائندن وٽان) کڻي گم ڪيل قومي ڪارڪنن آصف/ڏسو صفحو 7 ڪالم 7

## نبيل بلوچ آزاد نه ٿيو، ڪراچي ۾ وارثن جو احتجاج

ڪراچي (رپورٽ) ڪراچي ۾ نبيل بلوچ جي آزادي لاءِ پريس /ڏسو صفحو 7 ڪالم 1

## سرويچ جي گمشدگي خلاف ڪئنيڊين قومن جي انساني حقن لاءِ اجلاس ۾ آواز

جنيوا (ع ن) سرويچ پيرزادي جي جبري گمشدگي خلاف ڪئنيڊين قومن انساني حقن واري ساليانه اجلاس ۾ آواز اٿاريو ويو آهي، ٻن ڏينهن کان جنيوا ۾ جاري ڪئنيڊين قومن جي انساني حقن جي ساليانه اجلاس ۾ شريڪ ورلڊ سنڌي /ڏسو صفحو 7 ڪالم 1

# سرويچ پيرزادي جي ڪنيجڻ خلاف پٽيشن داخل، ڌريون طلب

نوجوان جي والده پٽ جي ڪنيجڻ خلاف سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ پٽيشن داخل ڪرائي

**عدالت ڌرين کي نوٽيس جاري ڪندي کين 25 سيپٽمبر تي طلب ڪري ورتو**

ڪراچي (رپورٽ) ڪراچي مان کڻي گم ڪيل ميڊيڪل ڪمپني جي ملازم سرويچ سجاول جي والده طرفان سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ پٽيشن داخل ڪرائڻ بعد عدالت/ڏسو صفحو 7 ڪالم 1

24سيپٽمبر 2014

# ڪنڀي گر ڪيل پورهيت سرويچ پيرزادو آزاد نہ ٿيو، وارثن، قلمر ڌڻين ۽ سياسي ڪارڪنن جا مظاهرا

## پنهنجي پارڪر لطف پيرزادي جي نوجوان پٽ جي آزادي لاءِ، ڪراچي پريس ڪلب آڏو احتجاج، سرويچ جي امڙ جون ارڇنگارون

## احتجاج ۾ جسقم، ايس اين ايف ڪارڪنن، صحافين ۽ اديبن جي شرڪت، سرويچ کي آزاد ڪري انصاف ڪيو وڃي: لطف پيرزادو

## ڏوڪري ۾ بہ اديبن ۽ صحافين جو مظاهرو مدڻجي ۾ بہ قلمر ڌڻي رستن تي نڪري آيا

## سرويچ پورهيت آهي، چيف جسٽس، انساني حقن جا ادارا ۽ حڪومت نوٽيس وٺن: قلمر ڌڻي

ڪراچي (نمائندي وٽان) ڪراچي مان ڪنڀي گر ڪيل پورهيت نوجوان سرويچ پيرزادي جي آزادي لاءِ سندس وارثن، دوستن ۽ صحافين ڪراچي پريس ڪلب آڏو احتجاجي مظاهرو ڪيو ان موقعي تہ نوجوان جي والد پنهنجي جي پارڪو ۽ ليکڪ لطف /باقي صفحو 7 ڪالم 3




ڪراچي: ڪنڀي گر ڪيل سرويچ پيرزادي جي آزادي لاءِ احتجاج ۾ وارث عورتون روئي رهيون آهن

## 2 ڊسمبر 2014

جسقم ڪارڪن سرويچ پيرزادي ۽ واجد لانگاهه کي گولين هڻي نوري آباد ويجهو اڇلايو ويو، ڪراچي واسي ڪريم ۽ فهيم ميمڻ جا چچريل لاش حب مان مليا، ٻچي ويل زخمي اهوڙيو مهر کي به ڪراچي اسپتال مان اهلڪار کڻي ويا

# سرويچ ۽ واجد جا چچريل لاش سنڌ حوالي، مرڻ کان بچي ويل زخمي به کنيچجي ويو، ٻئي ڏينهن به هڙتال

خالد محمود سومرو، آصف پنهور، وحيد لاشاري ۽ ٻين ڪارڪنن جي قتل خلاف هڙتال واري ڏينهن رڳو نوجوانن جا لاش مليا، حيدرآباد اسپتال ۾ سرويچ پيرزادي ۽ واجد لانگاهه جي وارثن سجاڳ ڪئي، سوڳوار ٻڌيل سنڌ سڪتي ۾ اچي رئي

حب ۾ گولين هڻي اڇلايل ٻن جڻن مان اهوڙيو مهر زخمي هو، پوليس موبائل ۾ ٻن ٻڌل هٿياربند کڻي ويا، وارثن کي ڌمڪيون

ڪارڪنن جي قتل خلاف سنڌ ۾ ٻئي ڏينهن به تاريخي هڙتال ڪراچي جون سنڌي وسنديون بند، حيدرآباد، ميرپورخاص، لاڙڪاڻي، قمبر شهدادڪوٽ، خيرپور، ميرپورماٿيلو، نصيرآباد، وارهه، مٺي، بدين، ٽنڊي، سجاول، ٽنڊي الهيار، جهڏي ۽ ٻين شهرن ۾ سوڳ

گهوٽڪي، ڪشمور، ڪنڌڪوٽ، شڪارپور، جيڪب آباد، دادو، ميهڙ ۾ به ڪاروبار کي تالا، ٽرانسپورٽ، عدالتي ڪارروائين جو بائيڪاٽ، ڪارڪنن جا لاش اڇلائڻ جو وفاق ۽ سنڌ حڪومت نوٽيس نه ٿيون وٺن: جلال شاهه

سکر (رپورٽ: جاويد ميمڻ) سنڌ کي ملندڙ لاشن جو سلسلو بند نه ٿيو چچريل لاش ملڻ خلاف هڙتال دوران حب مان 2 لاش هٿ، سخت زخمي کيل نوجوان/ ڏسو صفحو 7 ڪالم 7

ڪراچي/ حيدرآباد (ع ا نيوز + نمائندا) ڪراچي مان / ڏسو صفحو 7 ڪالم 7

هي ۽ رياست ڪهڙي ماءُ آهي جو ٻچن جا سينا چيري ٿي: قادر مگسي

### سنڌ کي روزانو لاش پيا ملن، عالمي ادارا نوٽيس وٺن: ورلڊ سنڌي ڪانگريس

بلوچستان کان به بدتر صورتحال ٿي وئي، حڪومت وحشت خلاف خاموش آهي: آريسر

### قانون کان مٿاهان قدم کنيا پيا وڃن ظلم جو حساب ڏيڻو پوندو: اسداد قاضي

حيدرآباد/ لنڊن (پيپرو + پ ر) سنڌ ۾ لڳاتار چچريل لاش ملڻ جي سياسي ڪرين مذمت ڪئي. آهي. ورلڊ سنڌي ڪانگريس جاري ڪيل بيان ۾ چيو آهي ته سنڌ ۾ قومي ڪارڪنن جي قتل جي صورتحال هر نئين ڏينهن تي بدتر کان بدتر ٿيندي پئي وڃي. هر نئين ڏينهن تي سنڌي نوجوانن جي چچريل لاشن جو سلسلو شروع ڪيو ويو آهي. تازو / ڏسو صفحو 7 ڪالم 1

ڪراچي/ سکر (نمائندا) ڊاڪٽر خالد محمود سومرو ۽ قوم پرست ڪارڪنن جي قتل خلاف سنڌ سرڳ ۾ ورتل هڙتال جسقم ۽ سنڌ بچايو ڪميٽيءَ جي سڏ تي سڄي سنڌ ۾ مڪمل هڙتال/ ڏسو صفحو 7 ڪالم 8

### خالد محمود قتل واقعي جي جاچ لاءِ اسلام آباد پوليس کان مدد طلب

## 3 ڊسمبر 2014

نوجوان کڻڻ خلاف احتجاج ڪنداسين: مير عالم مري، لاش ملڻ سان اڳهين جي تحريڪ نه رڪجندي: حفيظ پيرزادو

# گيروئن جا چچريل لاش ملڻ خلاف سنڌ سراپا احتجاج، حق گهرڻ جي سزا پئي ملي: قوم پرست

سکر، ڏهرڪي، جروار، نل، وارهه، باڍهه، نوشهرو ۽ ٻين شهرن ۾ احتجاجي مظاهرا

ڪراچي ۾ احتجاج، عدالتي ڪميشن جوڙي وڃي (سنڌ بچايو ڪميٽي) نوجوانن جا لاش ملڻ ۽ عالمن جي قتل تي حڪومت خاموش آهي: سڪا

ڪراچي/ سکر (نمائندا) سنڌ ۾ نوجوانن جا چچريل لاش ڏيڻ خلاف سنڌ ۾ مختلف سياسي سماجي ڌرين احتجاجي مظاهرا ڪيا. نوشهري فيروز ۾ جسقم ڪارڪنن گل مورو ۽ مظهر خاصخيلي جي اڳواڻي ۾ احتجاج ڪيو سرويچ پيرزادي، واجد لانگاهه ۽ / ڏسو صفحو 7 ڪالم 2

بيگم نسيم ولي حيدر منزل پهتي، ناڻن زيرو جي سوچ سنڌين کان ايتري آهي، سنڌ جو ورهاڱو برداشت نه ڪنداسين: جلال شاهه

# سنڌي قوم پرستن جا چچريل لاش پيا ملن، بلوچستان ۽ پختونخواهه ۾ ظلم پيو ٿئي: بيگم نسيم ولي

ڪالاباغ ڊيم سنڌين، پختونن ۽ بلوچن لاءِ زندگي ۽ موت جو مسئلو آهي، انتظامي يونٽ پهرين ناهيا وڃن

باچا خان ۽ سائين جي ايم سيد جا پراڻا لاڳاپا آهن، بيگم نسيم جي اچڻ سان مضبوط ٿيا. ايس يو پي سربراهه

ڪراچي (رپورٽر) عوامي نيشنل پارٽي (ولي گروپ) جي سربراهه بيگم نسيم ولي جي ڪالهه حيدر منزل تي ايس يو پي جي اڳواڻ جلال محمود شاهه سان ملاقات ڪئي. ٻنهي اڳواڻن ملڪ جي موجوده صورتحال تي خيالن جي ڏي وٺ ڪئي. بعد ۾/ ڏسو صفحو 7 ڪالم 4

ڪراچي: بيگم نسيم ولي خان جلال محمود شاهه سان گڏ صحافين سان ڳالهائي رهي آهي

### ڊاڪٽر خالد محمود جي قتل ۽ چچريل لاشن جي ذميوار حڪومت آهي: شهريار مهر

سياسي بنيادن تي مقرر ڪيل پوليس عوام بدران وڏيرن جي ڪمداري پئي ڪري

### ڊاڪٽر خالد محمود سومرو سنڌ جو سور رکندڙ مذهبي عالم هو

بلوچستان وانگر هاڻي سنڌ کي چچريل لاش ڏنا وڃن ٿا، پر حڪومت پيرا کڻڻ ۾ مڪمل ناڪام ٿي چڪي آهي

### وفاق اڏو احتجاج ڪري سنڌين جي چچريل لاشن جو پڇاڻو ڪيو وڃي، ڳڙهي ياسين ۾ پريس ڪانفرنس

ڳڙهي ياسين (ن ع ا) سنڌ اسيمبليءَ ۾ مخالف ڌر جي اڳواڻ شهريار خان مهر چيو آهي ته سنڌ ۾ حڪومت جي رٽ نظر نٿي اچي، سنڌ ۾ هيڊو وڏو سانحو پيش آيو / ڏسو صفحو 7 ڪالم 5

جسقم، قومي عوامي تحريڪ ۽ وارثن ڌار ڌار مظاهرا ڪيا، چچريل لاش ڏيڻ دهشتگردي آهي

# ڪمليش کان ڪا غلطي ٿي آهي ته هڪ ڀيرو زندگي بخشي ڏيو

امڙ جمنا جي اپيل

هڪ هفتو اڳ مهراڻ يونيورسٽي مان ٻن پوليس موبائيلن ۾ ڪار سوارن انجنيئرنگ شعبي جي ذهين شاگرد کي کنيو

حد جو ايس ايڇ او ترديد ۽ تصديق ڪرڻ لاءِ به تيار ناهي، حڪومت، عدالتون ۽ انساني حقن جا علمبردار مدد ڪن: وارث

اسانجو ٻچڙو ڪنهن به شڪي سرگرمي ۾ ملوث ناهي، ڪا غلطي ڪئي آهي ته هاڻ نه ڪندو ذميواري کڻون ٿا: سگرام داس

# 3ڊسمبر 2014



باڊهه: شهيد سرويچ پيرزادي جي جنازي ۾ هزارين ماڻهو شريڪ اهن ٻئي پاسي شهيد جو آخري ديدار

شهيدن کي لطيفي بيتن، ترانن ۽ لڙڪن سان پيتا، ڪونڌر ڪسجڻ تي ڌرتي ڌڻين ۾ سوڳ ۽ ڪروڌ

## ڇچري شهيد ڪيل سرويچ پيرزادي، فهيم پنهور ۽ واحد لاشاري سنڌ امڙ جي هنج حوالي

سرويچ جو مڙهه پهچڻ تي ڏوڪري، پلهڙيجي ۽ ٻيا علائقا بند، جنازي نماز ۾ هزارين ماڻهو شريڪ

سخي جمال قبرستان ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي، عالم مري، عزيزالله پنهور جتوئي، حفيظ پيرزادو ذلف پيرزادو سميت اديب ۽ صحافي به پهتا

ڏوڪري / رتوديرو/ ٻنگل ديرو (رپورٽ: قاضي آفتاب/ طفيل ساريو ۽ عبدالغفار پنهور) ڪٺيي قتل ڪيل جسم ڪارڪنن ۽ شاگرد اباڻن علائقن ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي سنڌ واسين ۾ سوڳ. ڪٺيي شهيد ڪيل جسم ڪارڪن ۽ لطيف جي پارکو لطف/ڏسو صفحو 7 ڪالم 4

سرويچ جي والد جا حوصلا بلند. لطيف جا بيت جهونگاريندو رهيو

## سنڌ جا ويري لاش پيا ڏين، حڪمران خاموش آهن: لطف پيرزادو

پٽ جي شهادت تي فخر آهي، هن ڌرتي لاءِ جان ڏني

ڏوڪري: ڳيرو شهيد سرويچ پيرزادو جي شهادت واري واقعي بعد به شهيد جي پوٽيئڙن جا حوصلا بلند نظر آيا. شهيد جو پيءُ ۽ ڀٽائي جو پارکو لطف پيرزادو سهيد /ڏسو صفحو 7 ڪالم 4

## هارون ڪورائيءَ پٽ کي ڪٺيي ڳجهن ادارن حوالي ڪيو

فهيم پنهور جو والد

ايس ايڇ او عدالت ۾ لکي ڏني رائو انوار جو دادلو هجڻ سبب بحال ٿي ويو

ان کري لاش پيا ملن جو سنڌي آهيون، پ پ حڪومت ناڪام ٿي وئي: غلام قادر پنهور

رتوديرو: ڪراچي مان 13 آگسٽ تي ڪٺيي شهيد ڪيل ٻنگل ديرو واسي فهيم پنهور جي والد غلام قادر پنهور صحافين سان ڳالهائيندي چيو ته 13 آگسٽ تي پيري /ڏسو صفحو 7 ڪالم 2

ڏوڪري: شهيد سرويچ پيرزادي جو والد لطف پيرزادو صحافين سان ڳالهائي رهيو آهي

## اهم اڳواڻ ٽارگيٽ پيا ٿين، سياسي ڪارڪن آخر ڪيستائين قتل ٿيندا رهندا!؟

قومي اسيمبلي ۾ تقريرون

پي آءِ اي بابت ڏهراءُ منظور، جهازن ۾ ويهي سفر ڪرڻ پوندو، ايئرهوسٽس به ڏسڻ جهڙيون ناهن: نبيل ڳبول

حڪومت سياستدانن جي قتل جو نوٽيس وٺي (اڪرم دراني) ڪارڪنن کي گم ڪيو پيو وڃي: رشيد گوڏيل

پورٽ ۽ شپنگ ۾ غير قانوني ڀرتيون ٿيون (حڪومت) رڳو هڪ وزارت جي جاچ پئي ٿئي: متحده جو ميمبر

## 3ڊسمبر 2014

سنڌ جا ٻچا مري رهيا آهن پر بلاول "مرسون مرسون" جا نعرا پيو هڻي، وڏي وزير کي لاش نظر ئي نه پيا اچن

# سنڌ جي ڳڀرو نوجوانن کي ڪهڙي ڏوهه ۾ بيدرديءَ سان ماريو پيو وڃي؟ لاش ڏيندڙ ٻڌائن

قادر مگسي

نواز شريف چيو هو ته هن مشرف جي ذلت اذيت مان گهڻو سکيو آهي، سنڌ جي قتل ٿيندڙ نوجوانن تي سنڌس ڪهڙي پاليسي آهي؟

شفيع برفت سنڌجي ٻچن تي رحم ڪري، هٿياربند ويڙهه کان وڌيڪ سنڌ کي مضبوط سياسي پليٽ فارم جي ضرورت آهي: پريس ڪانفرنس

ايس ٽي پي طرفان قومي ڪارڪنن جا چچريل لاش ملڻ خلاف 9 کان 11 ڊسمبر تائين ضلعي هيڊ ڪوارٽرن ۾ بک هڙتالون ڪرڻ جو اعلان



حيدرآباد: ايس ٽي پي چيئرمين قادر مگسي پريس ڪانفرنس ڪري رهيو آهي

حيدرآباد(رپورٽر) سنڌ ترقي پسند پارٽي جي چيئرمين ڊاڪٽر قادر مگسي سنڌ ۾ قومي ڪارڪنن جا چچريل لاش ملڻ خلاف 9 ڊسمبر کان 11 ڊسمبر تائين ضلعي هيڊ ڪوارٽرن ۾ احتجاجي علامتي بک هڙتالي ڪئمپون لڳائڻ جو اعلان/ڏسو صفحو 7 ڪالم 1

## سنڌ ۾ سياسي اڳواڻ ۽ ڪارڪن غير محفوظ آهن

اسماعيل راهو

ڏوهه جي سزا ڏيڻ جو اختيار صرف عدالتن کي ئي آهي خالد محمود جي قتل جي مذمت ڪيون ٿا

سنڌ حڪومت پنهنجون ذميواريون نڀائي ناهي سگهي: لاڙڪاڻي ۾ ڳالهيون

لاڙڪاڻو(ڊ ر) مسلم ليگ ن سنڌ جي صدر اسماعيل راهو چيو آهي ته جيڪڏهن ڪو ڏوهه ڪري ٿو ته سزا ڏيڻ جو اختيار صرف عدليه کي آهي، ڪنهن کي به آئين کان ماٿهون قدم کڻڻ جي اجازت نه آهي، مسلم ليگ آئين ۽ قانون جي حڪمراني تي يقين/ڏسو صفحو 7 ڪالم 2

عالم ۽ اڳوڻي سينيٽر شهيد ڊاڪٽر خالد محمود سومري جي قاتلن جي گرفتاري لاءِ احتجاجي مظاهرا، ڌرڻا

# ڊاڪٽر خالد محمود سومري جا قاتل نه پڪڙيا، سڀاڻي سنڌ جي ضلعي هيڊڪوارٽرن ۾ احتجاج جو اعلان

قاتلن کي فوري طور گرفتار نه ڪيو ويو ته احتجاج جو دائرو ملڪي سطح تائين وڌايو ويندو، جي يو آءِ سنڌ جي اڳواڻن جي پريس ڪانفرنس

قاتل گرفتار ڪري عوام آڏو آندا وڃن. 7 ڊسمبر تي ثقافتي ڏهاڙو ملتوي ڪري اسان سان همدردي جو اظهار ڪيو وڃي: اپيل

ڪراچي/حيدرآباد/سکر(نمائندن وٽان) سنڌ جي ارڏي عالم ۽ اڳوڻي سينيٽر شهيد ڊاڪٽر خالد محمود سومري جي قاتلن جي گرفتاري لاءِ جي يو آءِ ۽ ان جي ذيلي تنظيمن احتجاجي مظاهرا ڪيا جڏهن ته قوم پرست جماعتن جي ڪارڪنن به احتجاج ۾ شرڪت ڪئي هو ڏانهن جي يو/ڏسو صفحو 7 ڪالم 2




نيويارڪ: جسقم ڪارڪن لاش ملڻ خلاف احتجاج ڪري رهيا آهن

## ڪارڪنن جا لاش ملڻ خلاف آمريڪا ۾ مظاهرو، گڏيل قومن کي يادداشت نامو پيش

جسقم ڪارڪنن نيويارڪ ۾ گڏيل قومن جي دفتر آڏو احتجاج ڪيس ڪارڪنن جو قتل عام روڪڻ جي گهر

حق گهرڻ تي ڪچليو پيو وڃي هڪ هفتي اندر 8 ڪنبيل نوجوانن جا چچريل لاش مليا آهن: سارنگ انصاري

عالمي برادري ۽ گڏيل قومن جو ادارو سنڌين جي نسل ڪشي جو نوٽيس وٺن

### حيدرآباد مان هٿ آيل لاش جي سڃاڻپ شڪاريو واسي طور ٿي

حيدرآباد(رپورٽر) حيدرآباد جي بلديا ٽائي جي حد قليلي واهه مان هوري بند مليل لاش جي سڃاڻپ قاسم آباد ۾ مينهن جي هڪ واڙي تي ڪم ڪندڙ هڪ پورهيت طور ٿي آهي، لاش جي سڃاڻپ نسيم نگر ۾ واڙو واهه پرسان قائم مينهن جي واڙي تي مزدوري ڪندڙ هڪ پورهيت ڪئي آهي، جنهن سول اسپتال حيدرآباد پهچي/ڏسو صفحو 7 ڪالم 4

### جيئي سنڌ تحريڪ 8 ڊسمبر تي قومپرستن جوڻتي ۾ اجلاس گهرائي ورتو

مليرا(د ر) جيئي سنڌ تحريڪ پاران سنڌ ۾ قومي ڪارڪنن جي چچريل لاش موڪلڻ خلاف 8 ڊسمبر تي سمورين پارٽين کي گڏ ڪرڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو خبر موجب جيئي سنڌ تحريڪ جي چيئرمين شفيع ڪرناٽي

4 ڊسمبر 2014

# سنڌين کي ڇچريل لاش ڏيندڙ انساني حقن جو احترام ڪن، معاملو اٿاريندس: احسن اقبال

عمران وزيراعظم جي استعيفيٰ جو انتظار ڪري رهيو هو ڳالهيون به ان ڪري ئي ڪامياب نه ٿيون: سنڌ مدرسي ۾ ڳالهيون

ڪراچي (رپورٽر) ترقي ۽ رٿابندي واري وزارت جي وفاقي وزير احسن اقبال سنڌ اندر قوم پرستن جي قتل کان مڪمل طور تي اڻ ڄاڻائي ظاهر ڪندي چيو آهي ته سنڌين جا ڇچريل لاش ڏيڻ وارن عنصرن جي حوصلا شڪني ڪري انساني حقن جو احترام /ڊسو صفحو 7 ڪالم 1

ٻلهڙيجي ۾ شهيد سرويچ جو ٽيجهو سرور سهتو حسين بخش ٿيبو محمد علي پناھ، علي نواز ٻٽ ۽ ٻيا تڏي تي پهتا

## شهيد ڪارڪنن جي وارثن سان تعزيتن جو سلسلو جاري، ڇچريل لاش ملڻ خلاف احتجاجي مظاهرا

مير عالم مري، گورنر ڪولاچي، سجاد سومرو ۽ ٻين شهيد واجد جي وارثن سان تعزيت ڪئي

ڪنڊڪوٽ، سوڀي ديري، پڪا چانگ، ميھڙ ۽ ٻين شهرن ۾ قوم پرست پارٽين جا مظاهرا

ڇچريل لاش ڏئي سنڌين جي نسل ڪشي ڪئي پئي وڃي، نواب شاھ ۽ شاهپور جهانيان واسين پاران به مذمت



ڪراچي / سکر (نمائندا) ڪنڀي شهيد ڪيل قومي ڪارڪنن سرويچ پيرزادي، واجد لانگاھ، فهيم ٻٽي جي وارثن سان تعزيتن جو سلسلو جاري آهي. سنڌ جي مختلف شهرن ۾ احتجاجي مظاهرا ڪيا ويا. ڪنڀي شهيد ڪيل قوم پرست ڪارڪن شهيد سرويچ پيرزادي جو ٽيجهو موهن جو دڙو پرسان سنڌس اباڻي ڳوٺ ٻلهڙيجي ۾ ٿيو. جيئي سنڌ محاذ سهتو گروپ جو چيئرمين سرور سهتو جنرل سيڪريٽري علي نواز ٻٽ، جيئي سنڌ تحريڪ جي اڳواڻ سورهيه سنڌي، جيئي سنڌ محاذ جي عزيز الله ٻٽو حسن جوڻيجو ڪامريڊ حسين بخش ٿيبو پ ب ايم پي اي سهيل انور سيال جي پاءُ شاھ رخ سيال، فنڪشنل /ڊسو صفحو 7 ڪالم 7

---

مجون تا سنڌ سميت ڪٿي به امن نه آهي پر حڪومت کي نااهل قرار ڏيڻ افسوسناڪ آهي (شرجيل ميمڻ) سنڌ ۾ ڇچريل لاش گهٽي وقت کان ملي رهيا آهن، اڄ جي ڳالھ ناهي: منظور وسان

# سنڌي مائرن کي ڇچريل لاش جا تحفا پيا ملن، سنڌ اٿاهه مان گذري رهي آهي

سنڌ اسيمبليءَ ۾
ف ليگ جي عورت
ميمبرن جو احتجاج

سنڌ ۾ امن امان جي صورتحال بدترين ٿي وئي آهي، خبر ناهي اهو ڪهڙو لاش هوندو، جنهن کان پوءِ حڪومت پنهنجي ذميواري محسوس ڪندي: متحده ميمبر

اختلاف راءِ جو مطلب اهو نه آهي ته ارهان ڪنهن کان زندگيون کسيون، جيڪڏهن ڪنهن ڏوھ ڪيو آهي ته عدالتن ۾ پيش ڪيو، سنڌ جا ماٿو ننڊ ٽڪا ٿي ويا آهن: مهتاب اڪبر راشدي

اڳ ٿر جي ٻارڙن جا لاش ڪنيا هاڻ نوجوانن جا لاش پيا کڻون، اڃا رنگ جون گاڏيون اچن ٿيون، سادن ڪپڙن وارا انهن کي ڪٿي نا وڃن ۽ ڪجھ ڏينهن ۾ ڇچريل لاش ٿا ملن: نصرت سحر عباسي

گهرو وزارت متحده وٽ هوندي قتل ڪيسن ۾ ملوث 45 ڏوهارين کي پيرول تي ڇڏيو ويو، متحده جي دور ۾ ئي رحمان ڏڪيت گرفتاري بعد آزاد ڪيو ويو، اسان جي حڪومت ۾ ڪيس ماريو ويو: سنڌ سماڻ وارو وزير



ڪراچي: ايم پي اي نصرت سحر عباسي ۽ مهتاب اڪبر راشدي سنڌ اسيمبلي اجلاس ۾ خطاب ڪري رهيون آهن

ڪراچي (رپورٽر) سنڌ ۾ امن امان انتهائي خراب آهي حڪومت /ڊسو صفحو 7 ڪالم 5

**لياقت جتوئي سنڌ اسيمبلي ميمبر طور قسم کڻي ورتو**

ڪراچي (رپورٽر) مسلم ليگ ن جي خيرپور ناٿن شاھ مان نشين جو نئون سنڌ اسيمبلي جي ميمبر ۽ اڳوڻي سنڌ جي وڏي وزير لياقت جتوئي جمع /ڊسو صفحو 7 ڪالم 5

**نوشهرو فيروز: احتجاج ڪري موٽندڙ جسقم ضلعي صدر محبوب ابڙي کي ڪٽڻ جي ڪوشش**

ڪنڊيارو+نوشهرو فيروز (نمائندا) جسقم ضلع نوشهرو فيروز جو صدر محبوب ابڙو نوان جتوئي کان واپس ڪنڊيارو اچي رهيو هو ته نوشهرو فيروز پرسان /ڊسو صفحو 7 ڪالم 2

ڪراچي (رپورٽر) سنڌ اسيمبلي جي ايوان ۾ امن امان جي /ڊسو صفحو 7 ڪالم 4

ڪراچي (رپورٽ: ذوالفقار واهوچو) سنڌ اسيمبلي جي ايوان /ڊسو صفحو 7 ڪالم 3

**معصوم سنڌين جي عدالتن کان مٿاهن قتلن تي ڏک پهتو: براڊ شرمين**

واشنگٽن (نيوز ڊيسڪ) آمريڪي ڪانگريس ميمبر براڊ شرمين سنڌ ۽ قوم پرست ڪارڪنن کي ڪنڀي قتل ڪرڻ جي مذمت ڪندي چيو آهي ته پاڪستان /ڊسو صفحو 7 ڪالم 3

**سنڌي قوم پرستن جو قتل انتهاپسندن لاءِ جاءِ ٺاهڻ برابر آهي**

ڊيموڪريسي ٽرين

اسلام آباد (م ڊ) ايبرو ڊيموڪريسي ٽرين نالي تنظيم چيو آهي ته سنڌ ۾ قوم پرستن جو قتل انتهاپسندن لاءِ جاءِ ٺاهڻ برابر آهي. پنهنجي رپورٽ ۾ هنن چيو /ڊسو صفحو 7 ڪالم 7

**ڇچريل لاش ملڻ خلاف احتجاجي مظاهرا، ڳڙهي ياسين ۾ هڙتال**

ڪراچي / حيدرآباد / سکر (نمائندن وٽان) ڇچريل لاش ملڻ خلاف مختلف شهرن ۾ احتجاجي مظاهرا ٿيا. نمائندن جي مليل رپورٽن موجب جسقم ۽ /ڊسو صفحو 7 ڪالم 7

5ڊسمبر 2014

سنڌ ۾ 8 ڏينهن ۾ 8 چچريل لاش مليا آهن. سنڌ حڪومت مجرمانہ خاموشي اختيار ڪري ايجنسين کي ڇوٽ ڏني آهي: انساني حقن جون تنظيمون

## چچريل لاش ملڻ خلاف 9 ڊسمبر تي دنيا ۾ احتجاج، ڳجها ادارا آئيني ۽ قانوني پڇڪڙي پيا ڪن: سول سوسائٽي

پريل شاهہ آصف پنهور، سرويچ پيرزادي، وحيد لاشاري ۽ ٻين جا چچريل لاش مليا، ڪمليش ۽ روحيل اڃا تائين ڳجهن ادارن وٽ قيد آهن

حڪومت ڳجهن ادارن کي حدن ۾ رکي، سپريم ڪورٽ ۽ سنڌ هاءِ ڪورٽ انساني حقن جي ڀڃڪڙين جو نوٽيس وٺن

ايڇ آر سي پي، ڊيموڪريٽڪ فورم، رائيٽرز لنڪرز سيڪيولر فورم ۽ ٻين تنظيمون احتجاج ڪنديون، ورلڊ سنڌي ڪانگريس ۽ سانا پرڏيهہ ۾ آواز اٿارينديون

ڪراچي (نيوز ڊيسڪ) انساني حقن جي تنظيمن ۽ سول سوسائٽي سنڌ ۾ ڪارڪنن جي ڪنيڄڻ ۽ چچريل لاش ملڻ جي مذمت ڪندي سنڌ سميت سڄي دنيا ۾ 9 ڊسمبر تي احتجاج جو اعلان ڪيو آهي. انساني حقن جي تنظيمن چيو آهي تہ پاڪستان /ڏسو صفحو 7 ڪالم 2



اسلام ڪوٽ: شاگرد ڪمليش جي آزادي لاءِ وارث احتجاج ڪري رهيا آهن




حيدرآباد: مينگهواڙ برادري ۽ سول سوسائٽي جا ورڪر ڪمليش جي آزادي لاءِ احتجاج ڪري رهيا آهن

## سنڌ ۾ چچريل لاش اڇلائڻ ڪڌو عمل آهي، نفرت وڌندي: خورشيد شاهہ

ڪنهن بہ ڏوهہ ڪيو آهي تہ ڪيس عدالت ۾ پيش ڪيو وڃي، قتل ڪري لاش اڇلائڻ سان حالتون خراب ٿينديون

خالد محمود سومرو وڏو سياستدان هو، ان جو قتل جمهوريت ۽ ملڪ لاءِ نقصان آهي

الطاف پاڻ زرداري ۽ ٻين خلاف ڳالهايو پر اسان ڪڏهن بہ عدالت وڃڻ جي ڌمڪي نہ ڏني، متحده پلي شوق پورو ڪري

لاڙڪاڻو / سکر (ڊ ر/ رپورٽر) قومي اسيمبلي ۾ /ڏسو صفحو 7 ڪالم 1

## پاڪستان جي ايس پي پلس جي شرطن تي پورو نہ ٿو لهي

ورلڊ سنڌي ڪانگريس

برسلز (نيوز ڊيسڪ) ورلڊ سنڌي ڪانگريس جي هڪ وفد چيئرمين ڊاڪٽر لکو لوهاڻي جي اڳواڻي ۾ اڄ بيلجيئم جي گادي واري شهر برسلز ۾ ٿينڊڙ يورپي يونين /ڏسو صفحو 7 ڪالم 2

## ڪنيي گم ڪيل شاگرد ڪمليش جي آزادي لاءِ سوين ماڻهن جي حيدرآباد ۾ ريلي

حيدرآباد (رپورٽر) سول سوسائٽي جي نمائندن، سماجي تنظيمن جي اڳواڻن، شاگردن ۽ ميگهواڙ برادري ءِ جي ماڻهن 26 نومبر تي مهراڻ يونيورسٽي ڄامشورو مان /ڏسو صفحو 7 ڪالم 1

## سنڌ ۾ چچريل لاشن جو سلسلو بند ڪيو وڃي، جاچ ٽيم ٺهڻ گهرجي: چوڌري شجاعت

ڪراچي (رپورٽر) مسلم ليگ ق جي سربراهہ چوڌري شجاعت حسين نئين چيف اليڪشن ڪمشنر جي مقرري /ڏسو صفحو 7 ڪالم 3



لوہارو: مولانا عبيدالله ڀٽو صحافين سان ڳالهائي رهيو آهي

## شهيد سرويچ جي وارثن سان تعزيتون جاري، مختلف شهرن ۾ مظاهرا

ڪراچي / سکر (نمائندا) ڪنيي شهيد ڪيل ڪارڪنن جي وارثن سان تعزيت ڪئي، جڏهن تہ مختلف شهرن ۾ احتجاجي مظاهرا ڪيا ويا آهن. شهيد قوم /ڏسو صفحو 7 ڪالم 5

## چچريل لاش ڏئي سنڌين کي جدوجهد کان روڪي نہ ٿو سگهجي: مولانا عبيدالله ڀٽو

لوہارو (ن ع ا) جميعت علماء سنڌ جي مرڪزي چيئرمين مولانا عبيدالله ڀٽو چيو آهي تہ نوجوانن جا چچريل لاش ڏئي سنڌي قوم کي جدوجهد کان روڪي نہ ٿو/ڏسو صفحو 7 ڪالم 3

## 7 ڊسمبر 2014

سرويچ سنڌ جي راهه ۾ شهيد ٿيو، سنڌين ۽ بلوچن کي بنگالين جيان ديوار سان لڳايو پيو وڃي: لطف پيرزادو

# سنڌ ۾ مهيني اندر 8 ڇڇريل لاش مليا، محرومي جو احساس وڌي پيو: بي بي سي

8 لاشن مان 7 لاش بينظير جي ڳوٺ لاڙڪاڻي پهتا، غربت ۽ وسيلن جي ڦرلٽ سبب سنڌي نئين راهه اختيار ڪرڻ لڳا

ڳجهن ادارن کي جمهوريت جي ارٿ آهي، وسيلا ڦريا پيا وڃن باقي ڪروڙين ماڻهو سمنڊ ۾ ٻڏن ٿا اخلاقي سگهجن: سرويچ جو والد

سرويچ جي جدائي جي درد جو هاڻ مقرر وقت ناهي، گمشدگي دوران هوا جي جهوٽي سان به اٿي پوندو هئس ته متان سرويچ آيو هجي

انور پيرزادي بنگال آپريشن خلاف احتجاج طور فوج جي نوڪري ڇڏي، سنڌس سرخ پوش پاڻيجي جو پٽ قوم پرستي جي راهه ۾ قربان ٿيو

لاڙڪاڻو (بي بي سي نيوز) سنڌ ۾ قوم پرست ڪارڪن ڪيپي قتل ٿيڻ جا واقعا وڌي ويا آهن. بلهڙيجي جي قبرستان ۾ هڪ قبر جو واڌارو ٿيو. جڏهن ته سرويچ پيرزادي جو .ش سپرد خاڪ ڪيو ويو جنهن وارثن مليو. سرويچ جي والد جو چوڻ آهي ته سنڌس پٽ سنڌ جي/ ڏسو صفحو 7 ڪالم 3

شهيدن جي وارثن سان تعزيتون جاري، اسڪاٽ لينڊ وانگر سنڌ ۾ به ريفرنڊم ڪرايو وڃي: اڳواڻ

# ڇڇريل لاش ملڻ خلاف سنڌ سراپا احتجاج، ثقافتي ريلين به شهيدن جي سوڳ ۾ تبديل

نوان جتوئي ۽ موري ۾ احتجاج، پنگو بهڻ ۾ شهيدن جون تصويرون کڻي ثقافتي ريلي

گهگهر ڪان ملير تائين ريلي، ثقافتي ڏهاڙو شهيدن جي نالي ڪيون ٿا: ملير واسي

ڪراچي/سکر (نمائندا) سنڌ ۾ ڇڇريل لاش ملڻ خلاف احتجاجي مظاهرا ڪيا ويا. ثقافتي ريلين به شهيدن جي سوڳ ۾ تبديل ٿي وئون آهن. سرويچ پيرزادو، وحيد لاشاري، فهيم پنهور ۽ ٻين قومي ڪارڪنن جي قتل خلاف جسقم پاران نوان جتوئي ۾ /ڏسو صفحو 7 ڪالم 6

رياستي دهشت گردي ذريعي سنڌ ۾ ڍاڪا پيڪيڄ پيو وڃي پر سنڌ حڪومت مجرمانه خاموشي اختيار ڪئي آهي: جلال شاهه

# ڇڇريل لاش ملڻ خلاف 10 ڊسمبر تي احتجاج جو اعلان، سنڌ ۾ رياستي آپريشن پيو هلي

سنڌ بچايو ڪميٽي

تشدد جي نتيجي ۾ تشدد ئي پيدا ٿيندو آهي، ڪارڪنن جي قتل خلاف انساني حقن جي تنظيمن ۽ گڏيل قومن کي خط لکيا ويندا

## 8 ڊسمبر 2014

# ثقافت ڏهاڙي ڇڇريل لاشن تي ڏکويل سنڌ خوف جون زنجيرون ٽوڙي ٻاهر نڪري آئي، قومي شهيدن کي ڀيٽا پيش

حيدرآباد ۾ جسقم، ايس ٽي پي، ايس يو پي، جسم، جسمم، جسر، پ پ، تحريڪ انصاف، متحده، ڪيوايل ٽي، پ پ ش پ ڪارڪن ثقافتي لباس پهري قومي گيتن تي رقص ڪيو

ميرپورخاص، سانگهڙ، ٽنڊو الهيار، ٽنڊو محمد خان، بدين، مٺي، نواب شاهه، نوشهرو فيروز، خيرپور، دادو، لاڙڪاڻو، شهدادڪوٽ، ڪنڊڪوٽ، شڪارپور ضلعن جا ننڍا وڏا شهر ثقافتي رنگن سان رڱجي ويا

سکر، جيڪب آباد، چار شوري، گهوٽڪي، ٺٽي، مٽياري جي ضلعي هيڊ ڪوارٽرن ٽوڙي تعلقن ۽ يوسين ۾ به قومي ٻڌي جو ثبوت ڏنو ويو، ملهه مقابلا، ڪبڏي مچ ڪچهريون ۽ قومي مشاعرا ٿيا

قومي ڪارڪنن ٻانهن تي ڪاريون پٽيون ٻڌي ثقافتي ڏهاڙو ملهايو، قومي شهيدن کي ڀيٽا پيش ڪرڻ لاءِ قومي ترانا پڙهيا ويا، ”درد اسان جي طاقت“ جي عنوان سان تقريبون ڪرايون ويون

ڪراچي/حيدرآباد/سکر (نمائندن وٽان) سنڌ سان محبت جو ڇڄڻ وڌايو ويو جهرجهنگ ۾ سنڌين جا ميڙاڪا، سنڌي ٽوپي ۽ اجرڪ اوڍي قومي گيتن تي رقص ڪيو ويو. اسڪولن جي موڪل باوجود مختلف تعليمي ادارن ۾ ثقافتي سيمينار ڪوٺايا ويا. مختلف شهرن ۾ مچ ڪچهريون، ملهه ملاکڙا به ٿيا ڪرتي ۽ جي اڄڻي ۽ قوم جي خوشحالي لاءِ خاص دعائون گهريون ويون. ان ڏس ۾ رپورٽرن جي رپورٽن موجب حيدرآباد ۾ جسقم، ايس ٽي پي، ايس يو پي، جيئي سنڌ تحريڪ، جسمم، جيئي سنڌ محاذ، پيپلز پارٽي، تحريڪ انصاف، پ پ شهيد ڀٽو جي ڪارڪنن ثقافتي لباس پهري قومي گيتن تي رقص ڪري ريلين ڪڍيون. ميرپورخاص، سانگهڙ، منباري، ٽنڊو محمد خان، چار شوري، شڪارپور/ ڏسو صفحو 7 ڪالم 5

## ڪراچي ۾ به ثقافتي جوش، لڪين سنڌي شهيدن جي ياد ۾ لڙڪ روڪي نه سگهيا

ملير، سچل ڳوٺ، پٺاڻي آباد، ابراهيم حيدري، چڪرا ڳوٺ ۽ ٻين علائقن ۾ ثقافتي ڏهاڙو قومي گيتن تي رقص

اردو ڳالهائيندڙن جي علائقن ۾ به تقريبون، موڪل هجڻ باوجود اسڪول کولي ثقافتي ڏهاڙو ملهايو ويو

پريس ڪلب آڏو ڪنڊ ڪڙڇ مان ٻار، عورتون ٽنڊا ٽوڙي وڏا شهري پهتا، احمد مغل شازيا خشڪ، طفيل سنجراڻي ۽ ٻين ماڻهن کي جهومائي ڇڏيو

جسقم، جسٽ، جسم، قومي عوامي تحريڪ، ايس اين ايم، فشرمين سجاڳ فورم ۽ ٻين پارٽين جا قافلا به پهتا

ڪراچي (رپورٽ: وقار شر) ثقافت جي ڏهاڙي ڪراچي جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ رهندڙ لکين سنڌين کي هڪ هنڌ گڏ ڪري ڇڏيو عورتن ۽ ٻارن سميت پوڙهن سنڌين جا قومي گيتن تي رقص ۽ جهمريون، ڌرتي جي شهيدن جي ياد ۾ 2منٽ جي خاموشي/ڏسو صفحو 7 ڪالم 8

## لاڙڪاڻي ساهه سيباڻي ۾ به هزارين ماڻهو ثقافتي ويس ۾ نڪري آيا، شهيدن کي ڏيئا ٻاري پيٽا پيش

جيئي سنڌ قومي محاذ، جسقم آريسر جيئي سنڌ تحريڪ، هاري ڪميٽي، قومي عوامي تحريڪ، ايس يو پي ۽ ٻين پارٽين جون ريليون

سمورن علائقن مان شهري اجرڪ ٽوپي ۽ ثقافتي لباس پهري نڪري آيا، سورٺ سنگت موهن جي دڙي مان ملبل شين جي نمونن جو اسٽال لڳايو

7 ورهين جي ٻارڙي فائزه سودر جي گڏ ٿيڻ جي اپيل، شهيدن جي ياد ۾ رت جا ڏيئا ٻاريا ويا، حقن جي جدوجهد جاري رکڻ جو وچن

جگر جلال، شيراز عباسي ۽ ٻين فنڪارن گيت ڳايا، پريس ڪلب ۾ به ثقافتي تقريب، صحافين جي شرڪت

لاڙڪاڻو (رپورٽ: مرتضيٰ ڪلهوڙو) سنڌ جي ثقافتي ڏهاڙي تي لاڙڪاڻي واسين به شهيدن کي ياد ڪندي جوش ۽ جذبي سان ثقافتي ڏينهن ملهايو شهيدن کي پيٽا پيش ڪندي 2 منٽن جي خاموشي اختيار ڪري شهيدن کي رت جا ڏيئا /ڏسو صفحو 7 ڪالم 7

## ڄام شوري ۾ انساني زنجير ٺاهي ثقافتي اظهار، شهيدن جي مزارن تي حاضري، غائباڻي جنازي نماز

ثقافتي ڏهاڙي تي وڏي انگ ۾ شهري رستن تي نڪري آيا، شهيد سميع الله ۽ ملو بليدي جي مزار تي حاضري

جسقم، ايس يو پي، جسٽ، جي يو آءِ، پ پ، شهري ايڪشن ڪميٽي، ملازمن ۽ شاگردن جون ريليون

خالد محمود، آصف، سرويچ، وحيد لاشاري ۽ ٻين جي غائباڻي جنازي نماز، شهيدن کي ياد رکندڙ قومون زنده رهنديون آهن: اڳواڻ

10 ڊسمبر 2014

انساني حقن جي عالمي ڏينهن جي موقعي تي سنڌ ۾ سياسي ڪارڪنن جا لاش ڦٽڻ خلاف سکر، حيدرآباد، اسلام آباد ۽ ٻين شهرن ۾ احتجاج، ڪراچي ۾ سنڌ اسيمبلي ڏانهن مارچ، ڪمپيل ڪارڪن آزاد ڪرڻ جو مطالبو

## قومي ڪارڪنن کي ڪيٽڻ ۽ مارڻ خلاف سول سوسائٽي جو احتجاج عدالتي ڪميشن لاءِ سنڌ وفاق سان رابطو ڪندي: شهلا رضا

پاڪستان ۾ انساني حق ڳولهيا نه ٿا لڀن، سنڌي نوجوانن جا چچريل لاش اڇلايا پيا وڃن (ماجده رضوي) حڪمرانن ۽ رياستي ادارن جي ماڻهن جي دل ماڻڻ واري نه آهي، ڪنهن ظلم جو احساس ٿي نه ٿو لڳي: فهميده رياض

بلوچستان جي جبلن ۾ لڳايل باهه سنڌ جي ٻهراڙين جو رخ ڪري ورتو آهي (اسد اقبال بٽ) بلوچستان ۾ رڪو چاڙ ڪرڻ بعد هاڻي تيزي سان سنڌ مان نوجوان کڻي ماريا پيا وڃن: يوسف مستي خان

پاڪستان ۾ موجود سفارتخانا سنڌ سان ٿيندڙ ڀيانڪ ظلم پنهنجن ملڪ جي عوام آڏو رکن (جامي چانڊيو) سنڌ جي پرامن قومي ڪارڪنن کي چٿيو پيو وڃي (آصف بالادي) ظلم لاءِ ذميوار پ پ حڪومت آهي: خالق جونيجو

اسٽيبلشمينٽ اسيمبلين ختم ڪرڻ ٿي چاهي، (رمضان ميمڻ) ڪمپيل نوجوانن کي عدالتن ۾ پيش ڪرڻ بجاءِ چچريل لاش ڦٽائي ڏنا پيا وڃن: اعجاز سامٽي، سهيل ابڙو، راج ڪمار، سعيده گرياڻگ ۽ ٻين جو ڪراچي ۾ ڌرڻي کي خطاب

حيدرآباد ۾ اولڊ ڪئمپس کان پريس ڪلب ڏانهن ريلي، ڪارڪنن جو ڪمپي قتل ڪرڻ بند نه ٿيو ته ادارن تان اعتماد ختم ٿي ويندو: يوسف لغاري، حميد ميمڻ بخشل ٿلهي، امر سنڌو، تاج مري ۽ ٻين جو اظهار

ڪراچي (رپورٽ: وقار شر) قوم پرستن سول سوسائٽي جي نمائندن، سياهه وندن، قلم ڌڻين، تعليمي ۽ قانوني ماهرن سنڌ ۾ قومي ڪارڪنن کي ڪمپي گم ڪرڻ /ڏسو صفحو 7 ڪالم 1

ڪراچي (رپورٽ: الله بخش سومرو) سنڌ ۾ قومي ڪارڪنن /ڏسو صفحو 7 ڪالم 1

حيدرآباد (رپورٽر) سنڌ جي قوم پرستن اديبن دانشورن، وڪيلن، صحافين ۽ سول سوسائٽي جي نمائندن سنڌ ۾ قومي ڪارڪنن جا چچريل لاش ملڻ وارن واقعن جي/ڏسو صفحو 7 ڪالم 2




ڪراچي: سنڌ ۾ قومي ڪارڪنن کي ڪٽڻ ۽ مارڻ خلاف سول سوسائٽي ۽ انساني حقن جي تنظيمن جا اڳواڻ ۽ ڪارڪن احتجاج ڪري رهيا آهن




سکر: سول سوسائٽي ۽ انساني حقن جا ڪارڪن سياسي ڪارڪنن جي قتلن خلاف احتجاج ڪري رهيا آهن




حيدرآباد: دهشتگردي ۽ سياسي ڪارڪنن جي قتلن خلاف سياسي سماجي اڳواڻ احتجاج ڪري رهيا آهن

سنڌ ۾ چچريل لاش ملڻ خلاف گڏريل ڏينهن سول سوسائٽي احتجاج ڪري جڊيشل ڪميشن جوڙڻ جو مطالبو ڪيو هو، معاملو افسوسناڪ آهي، سرڪار فورن جاچ ڪرائي: شهلا رضا

**ميمبرن جو احتجاج**

# نوجوان چچري مارڻ خلاف سنڌ اسيمبلي ۾ جو مذمتي ٺهراءُ، مائرن ڪان پٽ کسيندڙ ڪهڙي مخلوق آهي!

سنڌي نوجوانن کي چچري مارڻ جا سبب ڪو به ٻڌائڻ لاءِ تيار ناهي، بلوچستان بعد سنڌ ۾ به لاش ملڻ خطرناڪ سلسلو آهي، ڪجهه ايجنسي به ملوث آهي ته بي نقاب ڪئي وڃي: سڪندر شورو

کڻڻ بعد مهينن تائين تشدد ڪري نوجوانن جا لاش اڇلايا پيا وڃن، ڪيستائين پنهنجن ٻچن جا لاش کڻندا سين، ڪو حقن لاءِ آواز ٺو اٿاري ته گم ٿي ٿو وڃي: عبدالستار راڄپر

ماريل ڳڀرو نوجوانن جون مائرون تلو وڃائي ويٺل آهن، سنڌي نوجوانن کهڙو ڏوهه ڪيو آهي (مهتاب راشدي) حڪومت نوجوانن کي گم ڪندڙن جو پتو لڳائي: شهريار مهر

سنڌ مان لاش ملڻ انتهائي حساس معاملو آهي. حڪومت ۽ مخالف ڌر کي چچري مارڻ بابت گڏيل قدم کڻڻا پوندا: نصرت سحر

پنجاب ۾ متحده اڳواڻ باٺوانور جي قتل خلاف به 2 ٺهراءَ منظور، ڪارون پٽيون ٻڌي ايوان ۾ ايندڙ اير ڪيو اير ميمبرن جو اجلاس مان واڪ آئوٽ

## 11 ڊسمبر 2014

سنڌ ۾ بنگال جهڙيون حالتون پيدا ڪيون پيون وڃن. ڪارڪنن جي قتل تي اردو ميڊيا خاموش آهي: جلال شاهه

# سنڌ ۾ چڇريل لاش ملڻ خلاف احتجاجي مظاهرا، پرامن آهيون پر ظلم برداشت نہ ڪنداسين

سنڌ بچايو ڪميٽي

حيدرآباد ۾ وحدت ڪالوني کان ريلي، عورتن ۽ ٻارن جي وڏي انگ جي شرڪت. سکر ۾ احتجاجي مظاهرو

گهوٽڪي، شڪارپور، ڪنڊڪوٽ، لاڙڪاڻي، دادو، شهدادڪوٽ، واره، ڪڙيي گهنور، سڪرنڊ، بدائي ۽ ٻين شهرن ۾ مظاهرا

جسقم، ايس يو پي، جسقم آريسر اي جي پي، جسمم، جسم، ايس اين ايم ۽ ٻيون پارٽيون احتجاج ۾ شامل، لاش ملڻ باوجود رڳو وزيراڻ جاڻ آهي: آڳوڻ

ڪراچي/سکر (نمائندا) سنڌ ۾ قوم پرست ڪارڪنن جي ڪٽيڻ ۽ چچريل لاش ملڻ خلاف سنڌ بچايو ڪميٽي ۽ ٻين تنظيمن احتجاجي ريليون ڪڍيون. آصف پٺاڻ، سرويچ پيرزادي، واجد لانگاهه، فهيم پتي وحيد لاشاري ۽ ٻين جا چچريل لاش/ڏسو صفحو 7 ڪالم 7

# سنڌ ۾ ايجنسيون اهي قوم پرست ڪارڪن ڪنهي ماري رهيون آهن، جن جو دهشت گردي سان واسطو ناهي: عاصمه جهانگير

ملالہ يوسف زئي واپس اچي ڪم ڪري تہ آجيان ڪنداسين. سياست ۾ وٺي تہ مٿي پليٽ ٽينڊس

تبديلي سول سوسائٽي ئي آڻدي آهي، متحده جي ڪارڪنن کي بہ پڪڙي ماريو پيو وڃي

گم ڪيل ماڻهن جي ڪيس لاءِ حڪومت بيوس آهي، سپريم ڪورٽ ڪو وڏو فيصلو ڏئي

## 11 ڊسمبر 2014



حيدرآباد: چچريل لاش ملڻ خلاف ڌرڻي ۾ جلال محمود شاهه ابرار قاضي،نياز ڪالاڻي ۽ ٻيا شريڪ آهن

# سنڌي نوجوان ڪنهي مارڻ خلاف آمريڪي شهر هيوسٽن ۾ احتجاج

حق گهرڻ تي بنگلاديش واري تاريخ ورجائي پئي وڃي، خاموش نہ ويهبو: جميل داٿودي

هيوسٽن جي سنڌين ۽ سانا اڳواڻن پاڪستاني قونصليٽ ۾ ڪارڪنن جي قتل خلاف يادداشت نامو جمع ڪرايو

## 12 ڊسمبر 2014

سنڌ هاءِ ڪورٽ

# سرويچ پيرزادي ۽ فهيم ڏيٺي جون قتل رپورٽون رد، قاتل ايس ايڇ اوز کي ڊيوٽي پيو ڪري

ٻه رڪني بينچ ۾ ٻڌڻي، منير شيخ ۽ ڊي آءِ جي ڏکڻ کي ٻيهر جاچ ڪرڻ جو حڪم

هارون ڪورائي کي اهلڪارن جاچ ۾ بچايو (وڪيل) پوليس وارا رڳو پينشن پويان آهن: عدالت

18 ڊسمبر تي رپورٽون طلب، علي احمد بلوچ ڪيس جي ٻڌڻي ملتوي

---

چچريل لاش ملڻ خلاف احتجاج تي وڏي وزير جو آواز اٿارڻ سٺو عمل آهي، ڪمليش ميگهواڙ ۽ روحيل لغاري کي جيئرو پيش ڪرڻ سنڌس امتحان آهي

# رياست جي ڏائڻ ٻڇڙن سان نفرتون وڌنديون، نواز شريف چچريل لاش ڏيندڙن کي ڪٽهڙي ۾ آڻي: قادر مگسي

سنڌ کي 46 لاش ڏيڻ خلاف ڪو آواز اٿارڻ لاءِ تيار ناهي، اسان جو احتجاج سڄل سنڌين کي جاڳائڻ لاءِ آهي

نوجوانن جو قتل تحريڪون ختم ڪري نه سگهندو، طالبان سان ته ڳالهيون ڪيون وڃن ٿيون ته سنڌي نوجوانن سان به ڳالهايو وڃي

حيدرآباد جي گهٽي گهٽي ۾ پل يونيورسٽيون قائم ڪيون وڃن پر عالمي مافيا جي رشوت ذريعي الطاف حسين يونيورسٽي نالو منظور ناهي: حيدرآباد ۾ ڳالهيون

حيدرآباد (رپورٽر) سنڌ ترقي پسند پارٽي جي سربراهه ڊاڪٽر قادر مگسي جيو آهي ته قومي ڪارڪنن جا چچريل لاش ملڻ وارن واقعن خلاف احتجاج ۾ علامتي بک هڙتالون ڪرڻ تي سنڌ جي وڏي وزير سنڌ اسيمبلي ۾ آواز اٿاريو آهي. جيڪو /ڏسو صفحو 7 ڪالم 3

# قومي ڪارڪنن جي قتل خلاف ايس ٽي پي جي سڏ تي سنڌ سراپا احتجاج

سکر جيڪب آباد، ڪنڊڪوٽ، گهوٽڪي، شڪارپور، لاڙڪاڻي، ڏوڪري، دادو، ٽنڊي محمد خان، سانگهڙ، مٽياري ۽ بدين ۾ بک هڙتال

سنڌ ۾ رٿابندي تحت لاش موڪلي اٿارڪي پکيڙي پئي وڃي، قوم پرستن کي ڀڄائڻ جي سازش سٽي وئي آهي: ڊاڪٽر احمد نوناري

سنڌين آواز بلند نه ڪيو ته اڃا به ڪيترائي لاش تحفي ۾ ڏنا ويندا، وڏيڪ زندگي بچائڻ لاءِ ڪردار ادا ڪيو وڃي: اڳواڻن جو خطاب

# شهيد سرويچ پيرزادي جي تڏي تي رکيل
# تاثراتي بڪ تي ڏنل پيتا

سنڌ جا ويري اسانجي ڪونڌر پٽن کي اغوا ڪري بي رحماڻو تشدد ڪريِ شهيد ڪري چچريل لاش ڏئي اهو سمجهندا هوندا تہ سائين جي ايم سيد جا فڪري پوئلڳ پنهنجي مقصد تان هٽي ويندا، خوف ۾ ورتجي ويندا پر اها انهن قاتلن جي ڀل آهي، رياست جي ڏاڍ خلاف سنڌي ماڻهن جي دلين ۾ باهہ ڀڙڪي اٿندي، هي رياست ضرور پنهنجي منطقي انجام تي پهچندي، سرويچ پيرزادي جي شهادت وڏيڪ حوصلو بخشيندي ، ان جي رت جي هر ڦڙي مان هزارين سرويچ پيدا ٿيندا، مونکي اڄ شهيد جي والد سان ملڻ کان پوءِ اجا بہ وڏيڪ حوصلو بلند ٿيوجڏهن مون ان سان تعزيت ڪندي حڪم ڏٺي جو ڪيو تہ ان مبارڪ ڏني، عظيم شهيد سرويچ جي عظيم پيءُ کي سلام.

شهيدن سان وچن آ تہ توهان جي نقش قدم تي هلندي ڌرتيءَ تان قربان ٿينداسين، اسين شهيد جي سموري خاندان سان ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون.

**امجد مهيسر**

مرڪزي جنرل سيڪريٽري جسقم

آزادي اعلان اسان جو سوري ڀل سينگار ڪري،

شهيد سرويچ کي قومي سلام.

**ڊاڪٽر مير عالم مري، اسد ڪلهوڙو،**
**ايوب ڪانڌڙو، امتياز ڪانڌڙو، علي نواز چنو.**

ظلم ڦر ظلم هي، بڑهتا هي تو مٹ جاتا هي،
خون ڦر خون هي، ٻگهلي گا تو جم جائي گا.

پاڪستان جا حڪمران سنڌ جي قوم پرست نوجوانن کي بيدرديءَ سان قتل ڪري نادر شاهہ دراني، احمد شاهہ ابدالي، ارغونن ۽ ترخانن جي ياد تازي ڪري رهيا آهن، پر انهن حڪمرانن کي خبر ناهي تہ سنڌي اهي انسان آهن جيڪي ساهہ ڏئي ويساهہ بچائيندا آهن. ارغون ۽ ترخان پاڻ ختم ٿي ويا پر سنڌين جي حب الوطني جي جذبي کي ختم ڪري نہ سگهيا، مخدوم بلاول جي

پڑهايل حب الوطني جا سبق سينہ بہ سينہ سنڌ جي نوجوانن تائين پهچندا تا رهن ۽ وطن جي ويرين خلاف سندس دڪايل باهہ ڪي سنڌ جا محب وطن ماڻهو پنهنجي خون جو ٻارڻ ڏيندا تا رهن. نوجوان سرويچ پيرزادو بہ ان قافلي جو بهادر سپاهي هو مونکي پڪ آهي تہ هن جي وهيل رت سان آزاديءَ جي ڳاڙهي جهنڊي جو رنگ وڌيڪ ڳاڙهو ٿيندو.سرويچ ۽ ٻين ان جهڙن نوجوانن جو رت اسان کان بہ سوال ڪري ٿو تہ اسان قومي تحريڪ کي صحيح رستي تي هلائڻ ۽ منزل تائين پهچائڻ لاءِ ڇا ڪري رهيا آهيون؟

ظالم سفاڪ ۽ مڪار دشمن کي منهن ڏيڻ لاءِ اسان کي جوش جذبي سان گڏ حڪمت ۽ ڏاهپ سان ويڙهہ وڙهڻي پوندي. سنڌ کي دنيا ۾ پنهنجا حقيقي اتحادي ڳولهڻا ۽ ناهڻا پوندا. باقي خون تہ رائگان وڃڻو ئي ناهي، شهيد جي خون جي هر قطري سان منزل هڪ قدم ويجهي ٿئي ٿي.

ساٿي سرويچ کي سرخ سلام

**عبدالخالق جوڻيجو**

چيئرمين جيئي سنڌ محاذ

گهوٽن ۽ گهوٽن جيئڻ تورا ڏينهڙا،
ڪڏهن منجهہ ڪوٽن ڪڏهن راهي رڻ جا .

شهيد سرويچ سائين جي ايم سيد جو اهو سچو سپاهي ۽ سچو پيروڪار هو جنهن سائين جي ايم سيد جي فڪر کي عملي طرح ڪراچيءَ جي سنڌي وسندين ۾ ڦهلايو شهيد سرويچ جڏهن بہ ملندو هو عمل جي ميدان ۾ منهنجي سامهون ايندو هو هن کي ڪراچيءَ ۾ سنڌي ماڻهن ۽ پنهنجي سنڌ وطن لاءِ جيڪو پيار محبت ۽ تڙپ هوندي هئي، اها تڙپ تمام گهٽ انسانن ۾ هوندي آهي، اسان جيئي سنڌ تحريڪ طرفان ڪيس قومي سلام پيش ڪيون ٿا .

**سهيل ابڙو**

مرڪزي وائيس چيئرمين

جيئي سنڌ تحريڪ

قومي تحريڪ کي ماٺو ڪرڻ لاءِ رياستي ادارن جيڪو پهہ پچايو آهي، تاريخ گواهہ آهي تہ تشدد ڪڏهن بہ قومن کي هيسائي نٿو سگهي، هي خوف پيدا ڪري حق غصب ڪرڻ جي روش مان سامراجي مڪاري ظاهر ٿئي ٿي،سرويچ

پيرزادو ۽ ٻيا شهيد قومي تحريڪ کي جلا بخشن ٿا. هن راهه جا راهي وڏن ٿا پر کٽن نٿا. ڇو تہ مسئلن جو حل انصاف سان ٿيندو آهي پر موت ڏئي خاموش ڪرڻ سان نہ ٿيندو آهي ۽ اڳتي وڌڻ سان ئي اسان پنهنجا حق وٺنداسين هن بيت جيان :

واجهہ نہ وجهہ وڍ ڏي، رت وهي تہ ڀہ رڙهہ ،
پوئينءَ وير ٻہ وڙهہ، ويريءَ ساڻ وجود جي .

احمد انقلابي
رابطا ڪميٽي ميمبر
جيئي سنڌ تحريڪ ( مرڪز)

سنڌ مقدس عقيدو ۽ ايمان آ، سنڌ انجيل گيتا ۽ قرآن آ.
سنڌ آهي اسانجو اجهو ۽ امن، پاڻ کي هاڻ آزاد گهرجي وطن .
شهيد سرويچ پيرزادو سنڌ تان قربان ٿيو ڪيس سرخ سلام پيش ڪجي ٿو.

سرور سهتو
چيئرمين جيئي سنڌ محاذ

اسان جسقپ پاران جسمم جي باشعور قومي اڳواڻ سرويچ پيرزادي جي شهادت تي ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون جيڪو سنڌ جي آزادي ۽ سنڌي قوم جي حقن خاطر پنهنجي سر جو نذرانو ڏئي سنڌ امڙ سان ٿيچ ملهائي ويو آهي، ان جي ڪيل جدوجهد ۽ قربانين کي سلام پيش ڪريون ٿا. جيڪو تاريخ جي ورقن ۾ هميشہ زنده رهندو شهيد جون خدمتون، محنتون ۽ قربانيون هميشہ زنده رهنديون.

دودو ديشي، ڊاڪٽر ايوب ڪالاڻي،
سيد عنايت شاهہ ، بشير جمالي، زين سولنگي

ڪو ڪيئن نہ ٻوڙي مقتل ڏي، آ رت ۾ خوشبو مينديءَ جي
ڪو ڪيئن نہ موٽي زندان ڏي، ٿا زلف ڇڪن زنجيرن جا .

شهيد سرويچ پيرزادو سنڌ جي قديم سنڌو سڀيتا جي علائقي جو جاڪوڙي اڙٻنگ نوجوان هو جنهن جي اکين ۾ آزاديءَ جي جوت هئي، ڪيس سنڌ جي آزاديءَ جي اڪير ۽ تڙپ هئي رياستي دهشتگردن هٿان شهيد پنهنجي ڌرتي ماءُ جي هنج ۾

سمهي امر ٿي ويو سنڌ کيس سلام پيش ڪري ٿي.

**سورهيه سنڌي،**
سربراهه پرچارڪ شعبو
جيئي سنڌ تحريڪ

سرويچ پيرزادو پنهنجي نالي وانگر عمل ۽ ڪردار ۾ سرويچ بڻجندي ساهه ڏئي ويساهه قائم ڪري ويو معصوم ۽ خوبصورت پار سرويچ جنهن پنهنجي اکين ۾ وطن جي آزاديءِ جا خواب سجائي آزاديءَ لاءِ جان ڏيڻ جو عزم ڪري نڪتو ۽ جان قربان ڪيائين، وڇن پاڙيندي قوم کان وڇن جي طلب ڪندو ويو ته ڇا سنڌي قوم سندس رت جي لڄ رکندي وطن جي آزاديءَ لاءِ هزارين اهڙا سرويچ پيدا ڪري جيڪي سنڌ کي غلاميءَ مان ڇوٽڪارو ڏياري لکين سرويچن کي بي ڪفن ٿي مرڻ کان بچائي وٺن. خدا شهيد کي جنت الفردوس ۾ اعليٰ مقام ڏيندو.

**ڊاڪٽر قادر مگسي**
ايس ٽي پي سربراهه
شهيد سرويچ پيرزادي جو قتل رياستي دهشتگرديءَ جو بدترين مثال آهي، سرويچ کي سنڌ ڌرتيءَ جي وارثي ڪرڻ جي ڏوهه ۾ شهيد ڪيو ويو آهي جنهن جي جيتري به مذمت ڪجي گهٽ آهي. آءٌ هن دردناڪ گهڙيءَ ۾ شهيد جي وارثن سان ڏک ۾ برابر جو شريڪ آهيان.

**علي احمد پلي پوٽو،**
صدر پ پ شهيد ڀٽو سنڌ

ڀٽائي جا بيت وري پڙهجن ٿا ته نئين معنيٰ سامهون اچي ٿي، شايد اها نئين معنيٰ وڌيڪ درست آهي.
ڪتو ڪرتي هڏيون، جوان مرد جگر کاءِ. (شاهه)

**بدر ابڙو**

سويون جوڏن جون سسيون ٽيون گهرن،
اسين اڇا شعرن جون سٽون پيا لکون،
شرمساري آهي، آءٌ پاڻ کي قوم جو مياري ٿو سمجهان،

شال آءُ دولهه دريا خان تي مران.
"استاد بخاري"

دلشاد ڀٽو
سنڌ نيشنل پارٽي

آزادي اعلان اسانجو. شهيد سرويچ پيرزادي کي قومي سلام
عزيز احمد ڀٽو خادم چنو عنايت. پناهه ابڙو
حبيب سنڌي ذوالفقار.

شهيد سرويچ پيرزادي کي ڀيٽا
سنڌ امڙ جي سونهن کي پنهنجي خون جي امرتا سان ريٽو ڪندڙ قومي تحريڪ جو سچو سپوت اڄ پنهنجي ابدي دنيا ڏانهن روانو ٿي ويو سندس شخصيت کي سنڌ ڌرتي جي دشمنن اڄ هن ڌرتيءَ تان بي رحميءَ سان قتل ڪري اسان سنڌين کي اهو پيغام ڏنو آ تہ جيڪو بہ قومي جاڳرتا جي ڳالهه ڪندو ان کي صفا هستي تان ميٽي ڇڏيندا، پر انهن کي هن ڌرتيءَ جي شهيد اهو چٽو پيغام ڏنو حي تہ اجا سنڌ امڙ پنهنجا سپوت ڄڻڻ بند ناهن ڪيا. اسين اڄ سوڳ سان گڏ اهو بہ وچن ٿا ڪيون تہ جيستائين سريءَ ۾ ساهه آ ساهه ۽ سيس سنڌ تان قربان آ.

علي نواز ڀٽ

ڳاڙها ڳيرو سنڌ جا، تون. ئي منهنجو خواب،
تون ئي آهين جواب، صدين جي سوال جو !

سرويچ سنڌ لاءِ شهيد ٿيو هي نوجوان رت رائگان نہ ويندو سنڌ کي هن ابهم معصوم نوجوان جي قربانيءَ تي ناز آهي. لطف پيرزادي ڀٽ جي شهادت تي جيڪو جرئت ڀريو بيان ڏنو ان سنڌڙيءَ جو ڳاٽ اوچو ڪري ڇڏيو آهي ! لطف کي ڀلام سرويچ کي سلام

تاج جويو

سنڌ جا مور سورهيہ شهيد جن آدرشن لاءِ تو جان ڏني يقين ڄاڻ تہ اهي سنڌو ديش جي آزاديءَ جا آدرش ضرور پورا ٿيندا. هن وحشي سامراج جا ڏينهن ڳاڻ ڳڻيا آهن.

حسين بخش ٿيبو

سرزمين سنڌ ۾ مهاراجا ڏاهر کان ويندي سرويچ پيرزادي تائين شهادتن ۽ مزاحمتن جو جيڪو سفر آهي اهو تسلسل آهي مهين جي دڙي جي ڏراوڙن جي انهن روايتن جو جن ڌرتيءَ جي رکوالي ڪندي پنهنجا سر قربان ڪري ڇڏيا. آءُ سلام ٿو ڪريان سرويچ پيرزادي جي ابي کي جنهن وڏي بهادريءَ سان نه رڳو پنهنجي پياري پٽ جي شهادت کي قبوليو آهي پر ان شهادت کي آزاديءَ جي حاصلات تائين جاري رکڻ جو وچن ورجائيندي شاهه سائين جي شعوري سڏ کي ورنائيندي چيو آهي ته : جر تڙ تک تنوار، وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي،
سنڌ جي سمورن سرويچن کي سلام.

ادل سولنگي

سنڌ جي تعليم جنهن منظم انداز ۾ تباهه ٿي آهي، ان جا تباهه ڪن ۽ واضح اثر هاڻ سنڌ ۾ ظاهر ٿي رهيا آهن. سنڌ ڌرتيءَ جي هر مقام ۾ سوڳ ڇانيل آهي، هر وسنديءَ ۾ تڏا وڇايل آهن ۽ ڳڀرو جوانن جا جنازا ڪڍڻ جي ڪري سنڌ جي قديم تهذيب جا ڪلها ٿڪل آهن. ڏوهه ڏجي ته آخر ڏجي ڪنهن ڏي! هن ملڪ جون واڳون جن واڳ ڌڻين جي هٿ ۾ آهن، اهي وردي پوش دهشتگرد آهن، انهن جون نااهيل سياسي قيادتون ( وڏيرڪي ذهنيت جون مالڪ ) ناڪام جمهوري ۽ حڪمران قيادتون به نااهل آهن. ان صورتحال ۾ سول سوسائٽي جون دانهون ۽ پڪارون ڪير به ورنائي نٿو. خبر ناهي ته اڃا ڪيترين مائرن جي جهولين مان سرويچ، مٽيءَ ۾ دفن ٿي ويندا. پاڪستان جي موجوده صورتحال ۾ هي سرويچ پيرزادو هن رياست جي طاقتور ڌر جي شڪست جو واضح ثبوت آهي. ويهن سالن جو ٻار جيڪڏهن سيني طاقتور ادارن جي نڪ ۾ دم ڪري سگهي ٿو ۽ انهن کي مجبور ٿي ان کي مارڻو پوي ٿو ته اهو موت انهن ادارن ۽ ايجنسين جو موت آهي، اهي لاش انهن ادارن جا لاش آهن.

رحمت پيرزادو

ڪجهه ڏينهن کان ٻاڻ کي پوڙهو پئي پائيم، سوچيم ته ان ڪري نوجوان اسان کان قرباني ڏيڻ ۾ گوءِ کڻي ويا. پر جڏهن شهيد سرويچ جي والد صاحب سان دعا گهريم ته لڳو ( اوسيئڙو آهي ڪاهوڙين کي پنڌ جو) يقينن شهيد جي والد صاحب جي همت مونکي جوان ڪري ڇڏيو.
**مشتاق سنديلو** :ميمبر سي سي سنڌ يونائيٽڊ پارٽي

اسان سنڌ جي امر شهيد سرويچ پيرزادي جي شهادت کي سنڌ لاءِ هلندڙ جدوجهد ۾ مشعل راهه ۽ ان جي وهيل رت کي سنڌ جي سينڌ ۾ سنڌور سمجهون ٿا. اميد ٿا ڪريون ته شهيد جي واٽ تي هلندي هر سنڌي نوجوان سرويچ ٿي ڏيکاريندو.

**امير پنيرو: چيئرمين ايس اين پي**

شهيد سرويچ پيرزادو ان وهيءَ ۾ شهيد ٿيو آهي جڏهن جوانيءَ جا پوپٽ پيار تي ڦيرا ڏئي خوشبوءَ جي واس ۾ واسجي ويندا آهن.
سنڌ جي مٿان هي موت جو راڪاس جنهن موسم ۾ شروع ٿيو آهي ان موسم کي سرخ موسم چئون ته وڌاءُ نه ٿيندو. سنڌ کي هن وقت پرامن سياسي جدوجهد جي ضرورت آهي، جنهن ۾ قوم کي متحد ڪري سنڌ جي آفاقي ۽ ڪائناتي آزاديءَ واري منزل تائين وٺي وڃجي. هن وقت اکين ۾ لڙڪن ۽ زبانن تي آهه پڪار بدران سگهه کي سهيڙڻ جي ضرورت آهي. شهيد سرويچ جي هي قرباني سنڌ جي سينڌ کي سنواري، هن موهن جي دڙي جي عظيم تهذيب واري قوم کي پنهنجي وقار واري منزل تي پهچڻ ۾ حوصلو ۽ همٿ ڏيندي.

**حيدر ملاح: سيڪريٽري جنرل ايس ٽي پي**

ڏک ۽ رنج سان، لطف پيرزادي سان تعزيت ٿا ڪيون. نوجوان سرويچ جي شهادت تي هر ديس واسيءَ جي اک آلي آهي. سنڌ ۾ سرد لاشن جي سفر جو خاتمو اچڻ گهرجي.سچ پڇ ته هڪ نوجوان پٽ جي موت جو ڏک فقط ماءُ، پيءُ ۽ گهر ڀاتي ئي محسوس ڪري سگهندا آهن.

**مدد علي سنڌي**

ڀوهه جوانيءَ ۾ سنڌ جي آجپي لاءِ جدوجهد جي ڏوهه ۾ ڪراچيءَ مان کنيل شهيد ڪيل سرويچ پيرزادي شهيد جي قرباني رائگان نه ويندي. شهيد سرويچ پيرزادو سنڌ جو شهيد آهي، سندس خون جي خوشبو هڪ ڏينهن ضرور ڏيهه کي واسيندي. شهيد سرويچ قرباني ڏئي امر ٿي ويو.

**آزاد انور ڪانڌڙو**

سنڌ ڌرتي سرويچ جهڙن ٻچڙن تي هميشه فخر ڪندي رهندي، پڪ

انهيءَ سرويچ جهڙا سرويچ پيدا ٿيندا، سنڌ نيٺ آزاد ٿيندي.

## ڊاڪٽر ارباب کهاوڙ

ڏکيون جان نہ مڙن، تان تان پنڌ نہ ٿئي. (شاھ)

مهين جي ڪک ۾ جنم وٺندڙ سرويچ پيرزادي جي شهادت سڄي سنڌ لاءِ اتساھ ۽ ويساھ جو سڀ کان وڏو ذريعو ثابت ٿي آهي، شهيد سرويچ جي والد صاحب لطف پيرزادي جنهن حوصلي ۽ همٿ سان پنهنجي موٽي پٽ جي شهادت تي جيڪو موقف ڏنو آهي اهو پڻ سنڌ جي نئين نسل لاءِ مشعل راھ آهي. اڄ هي پلهڙيجي لٺل ماسڪو مان لٺل ويٽنام ۾ تبديل ٿي رهيو آهي، شهيد سرويچ جي شهادت ان جي سنگ بنياد جو ڪم ڪيو آهي. شهيد سرويچ جي عظمت ۽ شهادت اڳيان پنهنجو سيس نمايان ٿو شهيد جي عظمت کي سلام.

## مسيح ڪالاڻي

سرويچ جهڙا جوڌا جن مٽي لڱين لائي پنهنجي جنم ڀوميءَ جا قرض لاٿا، اهڙا مانجهي جوان ئي اسان جي ڀونءِ ۽ ايندڙ نسل لاءِ سچ جو سنيهو آڻيندڙ ۽ حق وارا هوندا آهن، جن هيترن هاڃن جي باوجود آڻ نہ مڃي ۽ ڳاڙهي جهنڊي کي سلامي ڏيندا امر شهيدن ۾ شامل ٿيا.

سرويچ نالي جو ئي نہ پر سوچ جو بہ سرويچ هو اهڙن سنڌ دوستن جي مٽي بہ صدين تائين مان لهندي آهي.

## آصف رضا موريو

سنڌ ۾ سياسي ڪارڪنن لاءِ رڻ پريل آهي، سياست سنڌ وٽ واحد سگهہ آهي ۽ ان سگهہ کي چٽڻ لاءِ سرويچ جهڙن ڪيترن ئي نوجوانن کي ماري اڇلايو وڃي ٿو. هتي انصاف جي اميد تہ ڪانهي، متان تاريخ ئي ڪو هنن شهيد ڪارڪنن سان انصاف ڪري.

## علي احمد رند

ڪنهن بہ سماجي تبديلي جو بنياد سياسي سوچ ۽ عمل ۾ هجي ٿو جڏهن سياسي سوچ يا تہ پئسا ڏوڪڙ ڏئي ڪرپٽ ڪئي وڃي، يا ان کي ڏنڊوڙي منافي خور بڻائي ڇڏي ۽ جيڪي ائين نہ ڪن انهن کي تشدد ۽ گولين جو کاڄ بڻائجي تہ اهڙا انساني الميا سماجي حالتن کي اڃا وڌيڪ پر تشدد لاڙن ڏانهن

وٺي ويندا آهن. سياسي ڪارڪن سماج جي ساڃاهه ٿئي ٿو انهن جو وجود تاريخ جو تسلسل هجي ٿو.

**عنايت مگسي**

جنهن وقت فضا خاموش ٿئي ۽ پيلا پيلا پن ڇڻن
جي لڪ لڳي اڪ ٽپن ته به تون نه ڪڏهن خاموش ٿجان
مان ورڻو هان مان ورڻو هان

دوست سرويچ پيرزادو ماڻهن جي نالي جي لڄ رکندي ڌرتيءَ تان قربان ٿي ويو سرويچ جي قرباني اسان ۾ اڃا وڌيڪ اعتماد پيدا ڪيو آهي ته سنڌ جي ماڻهن پنهنجي غلاميءَ جي خلاف ۽ آزاديءَ جي حاصلات لاءِ قرباني ڏيڻ شروع ڪئي آهي هاڻي غلاميءَ جي هي رات ڏنل هن رت سان ننڍي ٿيندي ۽ آزاديءَ جو سج ضرور اڀرندو اسان ڪي گهرجي ته باشعور جذبي سان اڳتي وڌون هن وحشي رياست ۽ ان جي استحصالي نظام کي تبديل ڪيون اهو ڪم ڪرڻ ۾ اسان ڪامياب ٿياسين ته اهو ڪم ئي شهيدن کي خراج پيش ڪرڻ جو بهترين طريقو آهي، اسان شهيد سرويچ کي سلام پيش ڪريون ٿا.

**هاشم کوسو**: جنرل سيڪريٽري جيئي سنڌ محاذ

شهيد سرويچ پيرزادو سنڌ جو عظيم شهيد آهي، شهيد سرويچ جهڙا بهادر پٽ ڌرتي ڪڏهن ڪڏهن پيدا ڪندي آهي، شهيد سرويچ جو جهڙو نالو هو شهيد پاڻ به اوترو ئي بهادر هو شهيد سرويچ منهنجو وڏو ڀاءُ هو سنڌ سدائين شهيد سرويچ تي ناز ڪندي.

**شير کهاوڙ**: شهيد سرائي قربان کهاوڙ جو پٽ

شهيد سرويچ جي نانءُ

ڪارا ڪنديس ڪپڙا، ڪلان آءُ نه ٽلان
لڪن منجهه لطيف چئي، جانب لاءِ جلان
سرتيون سور سلان، جيئري جيءُ جلي ويو.

ڌري ۽ ڌاري، ست سورن جي نسئي
پيائي پنهون ڏي، نرمل نهاري

لالن جي لطيف چئي، سونهن ستي ساري
پريتڻو پاري. پارڳ ۾ منڊ مئي .

تہ ڪر ڪين سئي، جي سير نہ گهڙي سهڻي
هت حياتيءَ ڏينهڙا، هڏنهن تان نہ هئي
چڪيءَ تنهن چري ڪئي، جا ڏنس ان ڏهي
سهڻيءَ کي سيد چئي، وڏو قرب کهي
هونئين هوند مئي پر پڏيءَ جا پيٽا تيا.
(شاهہ)

**فقير امام بخش جتوئي، فقير لياقت علي لنجواڻي**
**لطيفي هجره ، ڀٽ شاهہ**

شهيد سرويچ جي شهادت قومي ورڪرن لاءِ اتساهہ جو سبب بڻي آهي، هن جي هميشہ لاءِ اها ڪوشش رهي تہ اسان کي گڏجي سنڌ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي، ننڍيون رنجشون ختم ٿيڻ گهرجن، خاص طور تي ڪراچيءَ جي حوالي سان سرويچ کي تمام گهڻي تڪليف هوندي هئي، ڪوڙ سارن مسئلن تي اسان سان سهمت رهندو هو، منهنجون سرويچ سان تمام گهڻيون ڪچهريون ٿينديون هيون ان ڪري اسان کي سرويچ جي بي وقتائتي موت (شهادت) تي تمام گهڻي تڪليف پهتي آهي، اسان جي پارٽي سنڌ نيشنل موومينٽ اوهان جي غم ۾ مڪمل طور شريڪ آهي.

**اعجاز سامٽيو، غلام مصطفيٰ چانڊيو،**
**ڪامريڊ جمال مغيري، عزيز قل ۽ ٻيا دوست**

آءٌ هن ڏک جي موقعي تي شهيد سرويچ جي گهر ڀاتين سان غم جو اظهار ڪرڻ لاءِ هتي آيو آهيان، خدا تعاليٰ شهيد کي جنت ۾ جاءِ ڏئي ۽ وارثن کي صبر جي توفيق عطا فرمائي.

**ڊاڪٽر عبدالجبار ڀٽو**

اڄ سائين لطف صاحب سان شهيد سرويچ جي عذرخواهيءَ لاءِ

آياسين، سرويچ علم ۽ ادب جي گهر جو فرزند هو جنهن ڌرتيءَ لاءِ قرباني ڏني.

**تاج محمد بلوچ**

شهيد سرويچ پيرزادي جي والد صاحب لطف پيرزادي سان عذرخواهي ڪري ساڻس ڪچهري ڪئي، سچ اهو آهي ته وڏو اتساهه مليو آهي.

**ذيشان لغاري**

جسقم ميرپورخاص

سنڌ ڌرتي پنهنجي ڪک مان ڪيترن ئي ارڏن پٽن کي جنم ڏنو آهي انهن مان سرويچ به هڪ بهادر ۽ دلير پٽ هيو جنهن هن دور جي يزيد ( آءِ ايس آءِ) هٿان شهادت ته قبول ڪئي پر سر نه جهڪايو. سرويچ جي شهادت هڪ قومي سانحو آهي، شهيد کي قومي سلام پيش ڪيون ٿا. سنڌ حڪومت سنڌ دشمن حڪومت آهي جنهن ووٽ جي بدلي چچريل لاش ڏنا آهن. خدا شهيد کي جنت ۾ جاءِ ڏئي ۽ وارثن کي صبر عطا ڪري.

**ڪامريڊ ثمر حيدر جتوئي**

سنڌ سان ظلم جي تاريخ تمام طويل آهي، سنڌ قدرتي طور سکيو ستابو ملڪ رهيو آهي ان ڪري خوشحالي سنڌ کي ورثي ۾ ملي آهي انهيءَ خوشحال سنڌ کي ڪيترائي ظالم ڦورو ڦرڻ لٽڻ لاءِ ايندا رهيا آهن. جنهن خلاف هر دور ۾ سنڌ جي حلالي پٽن آواز بلند ڪيو آهي ۽ شهيد ڪيا ويا آهن.

سرويچ کي اڻ سڃاتل قاتل ڪٺي ويا، هنن ڪڏهن به سرويچ کي چارج شيٽ نه ڏني ۽ ان کي عدالت جي ڪٺهڙي تائين نه آندو ان ڪري سرويچ هر لحاظ کان شهيدِ سنڌ آهي، جيئي سنڌ محاذ هن جبر تشدد ۽ قتل جي مذمت ڪري ٿو ۽ شهيد کي خراج عقيدت پيش ڪري ٿو.

**فيض الله جوڻيجو، علي احمد لاکير، اڪبر لاڙڪ**

سرويچ پيرزادي جي شهادت سنڌ جي شهيدن جي سلسلي کي اڳتي وڌائيندي پر قسمن جا نتيجا ڏيندي.

هڪڙا ماڻهو ان شهادت ۽ اهڙين ٻين شهادتن جي عمل ڪري مايوس ٿيندا، ڊپ محسوس ڪندا، جنهن جو اعليٰ ترين اظهار سنڌ حڪومت جي ياڙڀائپ آهي جيڪا ان مسئلي تي وات کولڻ لاءِ تيار نه آهي.اِهو اُهو نتيجو آهي

جيڪو رياست ڪي گهرجي.

ٻيا گهڻا ماڻهو انهن شهادتن کان اتساهه وٺندا، رياست کان نفرت جو جذبو شديد ٿيندو ۽ مزاحمتي آواز سگهارو ٿيندو اهو سنڌي قوم ۽ مظلوم عوام جي حق ۾ آهي.

سرويچ جي شهادت تي دلي صدمو پهتو ان نقصان تي ماتم ڪرڻ بدران ان کي قوت ۾ تبديل ڪنداسين.

**اثر امام**

سنڌ جي شهيد ٻالڪڙي سرويچ پيرزادي جي ايف آءِ آر.

نڪي اسين ڇهڙا، نڪي اسين چور
هنگاما ۾ هور ڪتا ڪرين ڪن سين .

**زرار پيرزادو**

سرويچ پيرزادو سنڌ جو قومي شهيد آهي، جن قوتن هن سميت ٻين نوجوانن کي شهيد ڪيو آهي انهن پاڪستان جي بقا خلاف سامراجي قوتن کي هٿي ڏني آهي، جيڪي پاڪستان جي بنيادن کي ڪمزور ڪري ڪيس پارٽ جي پيرن ۾ اڇلائڻ چاهين ٿا.

رياستي ادارن جيڪڏهن پنهنجي دهشتگرديءَ واري اها پاليسي ختم نه ڪئي ته پاڪستان جو وجود خطري ۾ پئجي ويندو سنڌ کي لاش ڏيڻ سان خوف نه پر بغاوت جا ٻج اجا به وڌندا .

**ذوالفقار راڄپر**
صحافي

منهنجي ڌرتيءَ جو گنهگار نه بخشيو ويندو
ڪو به غاصب ڪو غدار نه بخشيو ويندو
روپ رهبر جو وٺي نه سگهندو رهزن ڪوئي
هاڻي بيدار ٿيو آهي پلارن جو وطن .

سرويچ سنڌ جو ثابت قدم ۽ ارڏو انقلابي رهيو جنهن تي سنڌ ۽ سنڌي قوم سدائين فخر محسوس ڪنديءَ اسان سنڌ دشمن قوتن جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪندي سمجهون ٿا ته آيو ويو سڪندر سيوهڻ اجا اتي آ، ڪير ڪيڏو به

چاهي سنڌ جي بهادر ۽ وفادار نسل کي ختم نٿو ڪري سگهي.

سپت پچار پرين جي سپت هوت حضور
ملڪ مڙوئي منصور ڪهي ڪهندين ڪيترا

**حسن جوڻيجو**

سرويچ جي شهادت سنڌ جي انقلابي ڏاڪي جو تسلسل آهي، جس هجي سندس والد کي جنهن پنهنجي ڳيرو پٽ جي شهادت کي قومي آجپي جي شهادت قرار ڏيندي نئين نسل کي هڪ اتساهه ڏنو آهي ۽ حوصلا بلند ڪيا آهن.

**قاضي اعجاز: ايڊيٽر روزاني فاسٽ ٽائيمز لاڙڪاڻو**

پلهڙيجي جيڪا اڳ ۾ لٽل ماسڪو سڏي ويندي هئي ۽ مان پنهنجي قوم پرست دوستن سان گڏجي جيئي سنڌ جي نمائندگي ڪندي پلهڙيجيءَ جي ڪميونسٽ دوستن سان 70 ۽ 80 وارن ڏهاڪن ۾ راتيون رهي بحث ڪرڻ ايندو هيس، پر ان وقت ڪنهن کي بہ اهيو خيال نہ هيو تہ جنهن پلهڙيجيءَ ۾ رڳو ڪميونسٽ پارٽي ۽ ڪميونسٽ فلسفي جا حامي آهن ۽ منهنجي جهوني دوست مير محمد پيرزادي سان هڪ اڌ ماڻهو سائين جي ايم سيد جي فلسفي سان واڳيل آهن ان پلهڙيجيءَ مان ڪو سرويچ جنم وٺندو ۽ سيد جي فلسفہ آزاديءَ لاءِ پنهنجو سر ويچيندو، شهيد سرويچ کي سلام.

**استاد خالد**

سرويچ توکي سلام ڌرتيءَ سان وفاداري ڪري وئين.

**روشن ڪلهوڙو: ايس يو پي**

شهيدِ سنڌ سرويچ پيرزادو ڌرتي امڙ سان پنهنجو ناتو لائي نيائي ويو. سندس بيگناهہ موت جي مذمت ڪجي ٿي، سرويچ ڌرتيءَ لاءِ پنهنجي جان جو نذرانو ڏئي امر ٿي ويو آءٌ ان جي والد ۽ پونئرن جي حوصلي تي شهيد جي وارثن کي سلام پيش ڪيان ٿو.

**منظور اجڻ**
ڊپٽي سيڪريٽري جنرل سگا

اسان جي پياري ۽ محبوب ساٿي، لطيف جي پارکو ۽ رسالي جي حافظ، سنڌ جي سرزمين جي مارُن سان محبت سان سرشار انسان لطف پيرزادي جو ڳيرو پٽ سرويچ پيرزادي جي شهادت هڪ سانحو آهي. اسان هن اندوهناڪ واقعي ۽ وارتا تي غم زده آهيون ۽ نوجوانن جو پيانڪ ۽ دردناڪ انداز ۾ قتل انساني حقن جي، انصاف جي بنيادي اصولن جي قتل برابر آهي، هي جمهوريت جي ڇهري تي دانگي ڊيرڻ جي مترادف آهي ۽ فسائيت آهي، شال لطف ۽ سندس ڪٽنب هن صدمي کي برداشت ڪري.

ٻاهر گل گلاب جا، من تن جو فولاد
سنڌڙيءَ جو اولاد، پرکي ڏسو ڪانئرو!

**امداد چانڊيو**
بين الاقوامي تعلقات شعبو
شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور

سرويچ پيرزادي جو دردناڪ انداز ۾ قتل اڄ جي دور ۾ هڪ ناقابل برداشت ۽ مذمت جوڳو عمل آهي، جنهن جي هر سطح تي مذمت ٿيڻ گهرجي.

**رحيم بخش جعفري، شڪارپور**

گهوٽن ۽ گهوٽن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا

يڻائي جي لفظن ۾ سرويچ جي افسوس ناڪ ۽ بي وقتي موت تي پنهنجيٰ درد جو اظهار ڪيان ٿو.

**حسن سومرو**

لطف پيرزادي جي پٽ شهيد سرويچ پيرزادي جي وڇوڙي تي انتهائي افسوس سان هي لکڻو پيو ته ننڍي عمر ۾ هن جي وڇوڙي لطف کي ته جهوري ڇڏيو پر اسان تي به احساس جي لهر ڇائنجي وئي آهي، هن موتيءَ جهڙي ماڻهو تي ڇا لکجي، ڪي لفظ نڻا اڇن لڙڪن ڪانسواءِ!

**سائين عيدل شاهه متارو، ڳوٺ پٽڙا**

جي جيون تو ۾ سنڌ نه آ، ته پوءِ منهنجي توکان دوري آ

سنڌ جي شهيد سرويچ پيرزادي جي بي رحماڻي قتل تي دلي صدمو پهتو سرويچ جو ڏوهه اهو هو ته هن سنڌ جي ڳالهه پئي ڪئي جيڪا موجوده

حڪمرانن ڪي نہ وٽي، سنڌ جو ڪيس وڙهڻ هن دور ۾ وڏي تڪليف ڏيندڙ ڳالهہ آهي، پر جس آهي سنڌ جي نوجوانن ڪي جيڪي مڙسيءَ سان جنگ وڙهي رهيا آهن، سنڌ يونائيٽڊ پارٽي شهيد جي پونئيرن سان ڏک ۾ برابر شريڪ آهي، انشاءِ الله ايس يو پي سنڌ جي شهيدن جو پلانڊ ڪندي ۽ سنڌ کي خوشحال ۽ آزاد بڻائيندي.

ڊاڪٽر مظهر مغل
ڊويزنل صدر ايس يو پي لاڙڪاڻو

ڪاپي ڏر جي دلير سياسي ڪارڪن لطف پيرزادي جي نوجوان فرزند سرويچ پيرزادي کي سياسي طور پنهنجي نقطہ نظر جو کليل اظهار ڪرڻ ۽ سنڌ جي آزاديءَ لاءِ جاکوڙ ڪرڻ سبب تشدد ڪري شهيد ڪيو ويو آهي، رياست طرفان بلوچستان جيان سنڌ جي نوجوانن جا لاش ڏيڻ سان سنڌ اندر خطرناڪ مزاحمت ٿيندي ان ڪري سرويچ سميت سيني نوجوانن جي قتل سان انصاف ڪيو وڃي.

وهاب پندراڻي

سنڌ جي حقن لاءِ وڙهندي جان ارپيندڙ سنڌ جي سپوت سرويچ پيرزادي کي سرخ سلام پيش ڪندي سندس والد لطيف جي پارکو ۽ ترقي پسند ڪارڪن سائين لطف پيرزادي جي همٿ کي پڻ سلام ڪيان ٿو ۽ هن عظيم صدمي جي موقعي تي دلي طور تي ان ڏک ۾ شريڪ آهيان.

مراد پندراڻي

جيڪو ماڻهو ڌرتيءَ جي ويڙهاند ۾ شهيد ٿي وڃي اهو ماڻهو ڪڏهن مرندو ناهي شهيد هميشہ امر هوندا آهن.

ڊاڪٽر علي حسن پندراڻي،
شهدادڪوٽ

پاڪستاني اسٽيبلشمينٽ دنيا جي تاريخ مان تہ ڪو سبق نہ سکيو آهي پر هنن خود پنهنجي تاريخ مان بہ سبق نہ سکيو آهي، هو سچي عوام کي تہ

جوابدار سمجهي ٿي پر پاڻ کي ڪنهنجي بہ اڳيان جوابده نٿي سمجهي، پر ان کي سمجهڻ گهرجي تہ هڪ ڏينهن هن کي جواب ڏيڻو پوندو هو لاشن جا تحفا اماڻي پاڻ کي فيل مست سمجهي ٿي پر هي ٽڙيل پکڙيل ماڻهو جڏهن متحد ٿيا تڏهن هنن جي پتلونن جون الڳ ميوزيمون ٺهنديون.

**انور ڏنگڙائي**

دلير سياسي نوجوان سرويچ ولد لطف پيرزادي جي ڪوشش ۽ همٿ کي هميشہ ياد ڪيو ويندو هن جون ڪوششون ڪنهن کان لڪل ناهن شهيد کي پيٽا پيش ڪيون ٿا.

**دليپ راجاڻي**

سرويچ جي نانءُ چونڊ سٽون شل قبول پون،

سنڌ سچ سيد سچ، سچو لطيف جو پيغام آ،
درس پٽائي جو سڀ کي پڙهايون، اهيو سيد جو فرمان آ،
ڪنهن جي ڪانہ غلامي ڪبي، نہ ڪرڻو ڪنهن کي غلام آ،
رت ڏرتيءَ کي پيش ڪيو جن، تن دودن کي سرخ سلام آ.

**عرفان جسڪاڻي**

آءٌ سمجهان ٿو تہ جيئن اسلام کي امام حسين ع ڪربلا ۾ عظيم قرباني ڏئي اسلام کي زنده ڪري ڇڏيو ان ريت اڄ جي دور ۾ سنڌ جي هنن امر شهيدن پنهنجي رت جو نذرانو ڏئي جي ايم سيد جي نظريي کي نئون روح ڏنو آهي.

**عبدالفتاح جانوري**

منهنجي پراڻي دوست لطف پيرزادي جي پٽ سرويچ پيرزادي جو وڇوڙوسندس ماءُ پيءُ شل برداشت ڪن. شهيد اسان لاءِ بہ هڪ ياتني جي مثل هيو دعا آهي تہ ڏڻي ڪيس جوار رحمت ۾ جاءِ عطا فرمائي ۽ سندس والدين کي هي صدمو برداشت ڪرڻ جو حوصلو ملي، اسان جا هنن ساٿين سان پراڻا واسطا آهن، اسان جو مرحوم ڀاءُ غلام حسين تہ هنن دوستن جي فيملي جو ميمبر هيو انسان پنهنجي ڪردار سان سڃاتو ويندو آهي، سرويچ سر ڏئي پنهنجي ڪردار

جو مان مٿانهون ڪري سنڌي قوم کي حوصلو ڏنو آهي.

لياقت علي شر
ميرواهه

ڪانهي ڪا تاريخ ۾ ويڙهه سوا ٻي واهه،

اي شهيد پاڻ جيڪو گڏجي رستو ورتو هو آزاد سنڌو ديش جي حاصلات لاءِ اڄ توُن ان تي هلندي هميشه لاءِ امر ٿي وئين ۽ مون ٻه جيڪي توسان واعدا ۽ وچن ڪيا هئا اڄ تنهنجي شهادت تي انهن کي وري ورجائيندي اهو وچن ٿو ڪيان ته انهن تي هلندي شهادت ماڻيندس، شهيد سرويچ پيرزادي کي قومي سلام پيش ڪيان ٿو.

فياض حسين
جسمم زون صوبوديرو

منهنجي رهبر سائين جي ايم سيد جي فڪري پيروڪار شهيد سرويچ پيرزادي جي شهادت سموري سنڌ اندر سنڌي قوم لاءِ بيداريءَ جو سبب بڻي آهي، سرويچ سنڌ سان عشق جي ڏوهه ۾ ڪٺو ويو آهي ۽ سندس والد صاحب جنهن انداز ۾ چٽو ۽ واضع بيئل آهي سو قوم جي حقيقي نمائندگي ڪندڙ آهي، اسين وطن پرست وطن جي آزاديءَ جي جنگ ۾ شهيد سرويچ پيرزادي جي شهادت مان اتساهه وٺي رياست جي خلاف هر وقت هر دم جدوجهد جو ميدان سينگاريندا رهنداسين.

اي سنڌ توکي پيٽ ڏنا، ڪنهن لڙڪ ڦڙا ڪنهن ماڪ ڦڙا
جن توکي پنهنجو رت ڏنو سي پنهنجو پاڻ ملهائي ويا.

فياض خميساڻي
ڪارڪن جسمم خيرپور

سرويچ پيرزادي جي رياستي قتل جي مذمت ڪريون ٿا، روزانو جڏهن رياستي ڪارندا سياسي نوجوانن جا لاش ڏئي رهيا آهن اهڙي وقت ۾ سمورن قوم پرست، محب وطن، ڪميونسٽ پارٽين کي گڏجي حڪمت عملي ٺاهڻ گهرجي، جاڪاڻ ته ڪميونسٽ ۽ قوم پرستن جي ماءِ هڪڙي آهي، جنگ ۾ جُهيڙو هڪڙي طاقت سان آهي يعني پاڪستاني رياست سان، قومي جمهوري ۽ طبقاتي جدوجهد هن فاشسٽ رياست جي نفي هوندو. سمورن سياسي ڪارڪنن جو قتل

اسين پنهنجن ڪارڪنن جو قتل سمجهون ٿا .

**گلزار چنا**
صدر ڊي ايس ايف سنڌ

سڄڻ ۾ ساٿيھ ڪنهن اٽاسيءَ وسري
حيف تنين کي هوءِ، وطن جن وساريو.

شهيد سرويچ پيرزادي کي سرخ سلام.

**نور حسين سولنگي،**
ضلعي سيڪريٽري جيئي سنڌ محاذ قمبر شهدادڪوٽ

سنڌ ڌرتيءَ جي بهادر پٽ شهيد سرويچ سان ڪيل ملاقاتون دل ۾ هڪ چاهت جي ڪشش رکنديون آهن. شهيد سرويچ هن ڌرتي سان نينهن نڀائي پنهنجو قومي فرض نڀايو شهيد سرويچ پنهنجي نالي کي سنڌ جي تاريخ ۾ اجاگر ڪري ڇڏيو ايندڙ نوجوان نسل شهيد سرويچ جو مثال ڏيندا تہ ڌرتيءَ جي بهادر پٽ شهيد سرويچ جهڙا جوڌا پنهنجو رت وهائي بہ سنڌي قوم جو ڪنڌ اوچو ڪندا رهندا .

**رميز راجا تنيو**
شهيد سرائي قربان کهاوڙ يادگار ڪاميٽي شهدادڪوٽ

سرويچ پنهنجي نالي جو پرم رکي سيد جي فڪر جو آواز ٿي تارچر سيل ۾ رياستي غنڊن کي شڪست ڏئي شهادت ماڻي پنهنجي قومي شهيدن جي سنت پوري ڪري قومي ڪارڪنن لاءِ راهہ هموار ڪري ويو اسين قومي سلام پيش ڪيون ٿا، هر قومي ڪارڪن انهي سوچ لاءِ تيار رهي انشاالله سنڌ جي آزاديءَ پري ناهي، رهبر سائين جي ايم سيد جو خواب پورو ٿيندو.

**احمد علي ڪانڊڙو**
جسمر باڊهہ

اڳيان اڏن وٽ، پوين سر سنباهيا .

شاهہ سائين جي ان بيت کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ سنڌ جي نوجوانن جيڪا شروعات ڪئي آهي، تنهن کي تاريخ ضرور ياد ڪندي، سرويچ پيرزادو بہ ان ئي راهہ جو راهي آهي ڪيس وطن دوست انقلابي پارٽي طرفان سرخ سلام پيش ڪيون

ٿا، سچ بہ هي نوجوان تمام وڏو ڪم ڪري ويو آهي.

**ڪمال جبلاڻ**
وطن دوست انقلابي پارٽي لاڙڪاڻو

موهن جي دڙي جي مٽيءَ مان جنم وٺندڙ شهيد سرويچ پيرزادي کي پاڪستان جي ايجنسين هٿان بي درديءَ سان قتل جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪندي سپريم ڪورٽ آف پاڪستان ۽ عالمي ضمير کان مطالبو ٿا ڪيون تہ سنڌ جي قومي ڪارڪنن جي قتل عام کي فوري طور روڪڻ لاءِ قدم کڻي.

**حيات تنيو**
ميمبر سي سي ايس ٽي پي

شهيد سرويچ اسان توسان وچن ٿا ورجايون تہ تنهنجي ڇڏيل مشن کي منزل تي ضرور پهچائينداسين.

**نصير لاکير**

شهيد سرويچ جي شهادت کي سرخ سلام پيش ڪندي وچن ٿو ڪريان سنڌ جي عزت، آجپي ۽ خوشحاليءَ لاءِ رت جي آخري ڦڙي تائين جدوجهد ڪندو رهندس.

**نصرت حسين چنو**

زندگي ڪيڏي نہ خوبصورت آهي پر اها جڏهن وطن جي راهہ ۾ قربان ٿي وڃي تہ اجا بہ خوبصورت ٿي وڃي ٿي. چوندا آهن تہ سورما ننڍي عمر ۾ شهيد ٿيندا آهن ۽ اهو قول شهيد سرويچ پيرزادي تي پورو لهي ٿو جنهن پنهنجي جوانيءَ جا خوبصورت ڏينهن ڌرتيءَ جي تقدس لاءِ قربان ڪري ڇڏيا. اهڙو خوبصورت موت گهٽ ماڻهن جي نصيب ۾ هوندو آهي، شهادت جو مقام ماڻڻ لاءِ رت جي درياءَ کي پار ڪرڻو پوي ٿو اها هر ڪنهن جي وس جي ڳالهہ ڪونهي.

**ذوالفقار ڪولاچي**
بادهہ

هي سر هڪڙو آءُ، پنهل کي آڇيندي لڄ مران،
هجن سر گهڻا تہ آءُ، واري واري وڍيان .

اڄ اسين لطيف جي پارڪو لطف پيرزادي جي پٽ سرويچ پيرزادي جي تڏي تي پهچي پنهنجي ڏک ۽ غم جو اظهار ڪيون ٿا. اسين ڏوڪري پريس ڪلب طرفان سندس خاندان سان ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون. شال ڌڻي پاڪ کين صبر ۽ تحمل عطا فرمائي.

**:قاضي آفتاب، ايم رمضان جوڻيجو، فدا حسين ابڙو، علي اصغر ميمڻ، امتياز ڪولاچي، قاضي فريد.**

شهيد سرويچ پيرزادو سنڌ جو سورهيه سپوت هيو جنهن سنڌ مٿان قربان ٿي سرويچ هئڻ جو ثبوت ڏنوسندس جي ڏنل قرباني تاريخ جي سونهري اکرن ۾ لکي ويندي سندس ڏنل قرباني آزاد سنڌو ديش جي مشعل راهه آهي اسين کيس قومي سلام پيش ٿا. ان کان سواءِ سندس والد لطف پيرزادي جي بلند حوصلي کي سلام پيش ڪيون ٿا جنهن پنهنجي پٽ جي شهادت تي کيس پٽائي جا بيت پڙهي پيتا ڏني ۽ ڏنل قربانيءَ تي فخر محسوس ڪيو.

**ڊاڪٽر ممتاز شيخ**
صدر جسقم ضلعو لاڙڪاڻو

جيڪو قوم جيئاري، اهو جيئندو رهندو
جيڪو عام اجاري، اهو جيئندو رهندو
مونکي تاريخ ۽ تقدير، ڏني پڪ آ،
جيڪو سنڌ سنواري، اهو جيئندو رهندو.

اسان جسقم ڏوڪريءَ طرفان چاچي لطف پيرزادي ۽ سندس خاندان سان ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون. دعا ٿا ڪريون ته شهيد جي نقشِ قدم تي هلندي سنڌ جي آزاديءَ لاءِ شهادت جو جام پيئون. اڄ اسان شهيد سرويچ پيرزادي جي والد جا جذبا ڏسي دعا ٿا ڪريون ته سنڌ جي سيني قومي ڪارڪنن جا والدين اهڙو ئي جذبو رکن.

**رڪ سنڌي، ارشاد ٻگهيو، جاني ٻگهيو، نصير سرگاڻي، سجاد سرگاڻي، نظير گاڏهي.**

قتل ناهي مٺو ڦاسي ناهي گار،
سنڌو ديش جي عاشقن لاءِ، سوري به سينگار،
ڌڙ سسيءَ کان ڌار يا گوليون لڳن هزار،

تڏهن بہ چئبو تنهنجو ديش منهنجو ديش سنڌو ديش سنڌو ديش.
شهيد سرويچ پيرزادي لاءِ جيترو لکجي گهٽ آهي، سرويچ آزاديءَ جي جنگ ۾ شهيد ٿيو آهي اسين شهيد کي قومي سلام پيش ڪيون ٿا.

**وقار ٻگهيو، منصور ٻگهيو**
جسقم يونٽ پٽڙا

جي تون وڙهندي ماريو ويندين
هن وستيءَ تان واريو ويندين
سرويچ تنهنجو ساهہ تہ ويندو
ماڻهوءَ جو ويساهہ نہ ويندو

سنڌ جي ارڏي پٽ شهيد سرويچ پيرزادي جي شهادت سنڌ جي سيني ۾ هڪ وڏيڪ گهاءُ آهي، سرويچ جهڙن ارڏن پٽن تي سنڌ جي هر نوجوان کي فخر آهي، سرويچ جي شهادت تي سندس والد محترم پنهنجي غم کي طاقت ۾ تبديل ڪري اهو ثابت ڪيو آهي تہ سنڌ اڃا سنڍ ناهي ٿي.

**امام ٻٽ**
جسقم آريسر

سرويچ پيرزادي جي شهادت سنڌ جي امر شهيدن جي شهادتن جو تسلسل آهي، سرويچ پنهنجي خوبصورت جواني پنهنجي ڌرتيءَ تان قربان ڪري ڇڏي جيڪا سموري قوم کي اتساهہ ڏيندي، سندس نالو سنڌ جي تاريخ ۾ سدائين امر رهندو.

**زاهد منگي**
سنڌي ادبي سنگت شاخ بادهہ

سنڌ سنڌين سان هن وفاق پاڪستان اندر ٿيندڙ زيادتين جي تاريخ ڪا نئين ڳالهہ ڪانہ آهي هن ملڪ جي وجود ۾ اچڻ کان وٺي اڄ ڏينهن تائين سنڌ ۽ سنڌين سان ڪلور جاري آهن ۽ اڃان بہ اهڙين بي واجبين جو انديشو آهي، بشير خان، شهيد روپلو سرائي قربان ۽ انيڪ قومي ڪارڪنن جو بي رحمي سان قتل هن ملڪ جو ننڍين رياستن جي عوام سان رويو ظاهر ٿو ڪري تہ وفاق پاڪستان اندر سنڌي ۽ بلوچ عوام اڄ تائين محڪوميءَ واري زندگي

گذاري ٿو شهيد سرويچ پيرزادي جو افسوس ناڪ قتل ظاهر ٿو ڪري هن ملڪ جي عسڪري قيادت جي محڪوم قومن ڏانهن روش، آءٌ هن نوجوان جي شهادت تي چوان ٿو ته اسان ۾ توهان جو دشمن بزدل ۽ خوف زده آهي ان لاءِ ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته اسان سنڌين کي پنهنجي صفن منجهه مظبوطي پيدا ڪرڻي پوندي. آخر ۾ آءٌ شهيد سرويچ پيرزادي کي قومي سلام پيش ڪريان ٿو.

**قطب جتوئي**

ايس يو پي

شهيد سرويچ پيرزادي جي بي رحماڻي قتل جي جيتري مذمت ڪجي اها گهٽ آهي، شهيد سرويچ جو قتل رڳو لطف پيرزادي جو نقصان نه پر پوري سنڌي قوم جو نقصان آهي، اسان شهيد جي پونئرن سان ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون.

**مظهر جتوئي**

جنرل سيڪريٽري پ پ يوسي محرابپور

شهيد سرويچ جهڙن نوجوانن تي سنڌ کي ناز رهندو ۽ تاريخ ۾ انهن جو نالو سونهري اکرن ۾ لکيو ويندو.

**غلام شبير منگي**

صدر پريس ڪلب ٽرڙي محبت

شهيدِ سنڌو ديش محترم سرويچ پيرزادي پنهنجي ڌرتيءَ ماءُ جي آزاديءَ لاءِ سر ڏئي سنڌ جي تاريخ جو مان مٿانهون ڪيو آهي، اسان جي منزل سنڌو ديش جي آزادي آ پر ان منزل تي پهچڻ لاءِ سمجهون ٿا ته قربانيون ڏيڻيون پونديون، اسين به ڌرتي ماءُ جي آزاديءَ لاءِ سر ڏيڻ لاءِ تيار آهيون شهيد ٿيڻ چاهيون ٿا.

**اسلم تنيو**

جسقم تعلقو لاڙڪاڻو

سنڌڙي تنهنجو نانءُ وٺو چڙهي ڪاريهر تي پير پيو

شهيد سرويچ پيرزادي سان منهنجي روبرو ڪا ملاقات نه ٿي سگهي اها هڪ آس اندر ۾ رهجي وئي، شهيد سرويچ کي مان گهڻو ڪون ڄاڻان پر ان جي

سنڌ ڌرتيءَ لاءِ قرباني ۽ سنڌ امڙ لاءِ ٽيندڙ جدوجهد کان مان تمام گهڻو واقف ۽ متاثر آهيان، سچ پچ شهيد سرويچ پنهنجي نالي جو مان رکي ويو شهيد جي عظمت لاءِ ۽ ان جي ڪيل خدمتن لاءِ جيڪي ڪجهہ لکجي اهو گهٽ آهي، بس الله پاڪ کان دعا آهي تہ شهيد جي وارثن کي شهيد جي ڏنل عظيم قربانيءَ تي صبر عطا فرمائي. اسان سندس والدين سان ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون ۽ شهيد جي تڏي تي اهيو وچن وري بہ ورجايون ٿا تہ شهيدن جي ڏنل قربانين ۽ انهن جي جسمن مان وهندڙ رت جي هڪ هڪ قطري جو حساب ڪتاب ٽيندو ۽ انهن جي راهہ تي هلندي اسان بہ سنڌ ڌرتيءَ لاءِ شهادت کي پنهنجو عقيدو ۽ ايمان سمجهندي پاڻ لاءِ فخر محسوس ڪيون ٿا.

جي تون وڙهندي ماريو ويندين، هن وستيءَ تان واريو ويندين
دودا تنهنجو ساهہ تہ ويندو پر ماڻهن جو ويساهہ نہ ويندو.

**اختر سومرو**
سنڌ ۽ سيد جو غلام

ڪو ڪيئن نہ ڊوڙي مقتل ڏي، آ رت ۾ خوشبو ميهنديءَ جي

بهادر ساٿي شهيد سرويچ سنڌ ڌرتيءَ جو حلالي فرزند هيو. هو هميشہ سنڌ ڌرتيءَ ۽ سيد جي پرچار ڪندڙ هو. شهيد جي تمنا هئي تہ پنجاپستان جي دلالن جي لوڏ کي پنهنجي ڌرتيءَ تان تڙي ڪڍجي، شهيد جي واٽ تي هلندي شل شهادت نصيب ٿئي.

**ڊاڪٽر ساگر ڪانڌڙو**
نصير آباد

تون ڪنهن ڪنهن کي خاموش ڪندين اعلان هزارين مان نہ رڳو

اسان سنڌ جي سپوت سرويچ پيرزادي کي سنڌ جي آزادي ۽ حقن جي حاصلات لاءِ جدوجهد ڪندي شهادت ماڻڻ تي ڪيس قومي سلام پيش ڪيون ٿا، رياست کي پل آهي سنڌ جا سپوت آزاديءَ جي منزل تان ڪڏهن بہ پوئتي نہ هٽندا رت جي آخري ڦڙي تائين جدوجهد جاري رهندي.

**يسار سنڌيلو**
سناف مرڪز

وڙهندي وڙهندي جي ڳيا تي پئين صفا سرويچ تون

1 ڊسمبر تي صبح 11 بجي شهيد سرويچ پيرزادي جي شهادت جي جيئن ئي خبر پئي تہ ڪنهن شاعر جون اهي سٽون ذهن ۾ گونجڻ لڳيون،

وڙهندي وڙهندي جي ڳيا تي پئين صفا سرويچ تون،
وڙهندي سنڌ جي سرزمين کي پٽ نمي سجدو ڪجان.

شهيد سرويچ اهڙو سجدو ڪيو جيڪو صدين جا داغ ڌوئي ڇڏيندو شهادت واري سجدي جو سبب شايد سائين جي ايم سيد جي اها ئي صدا جيڪا سنڌ ۾ بلخصوص سن جي ڌرتيءَ تي گونجندي رهندي آهي،

ڌرتيءَ جا زنجير جي اي پٽ نہ مان ٽوڙي سگهان،
تون اٿي ها تون اٿي اهيو قرض منهنجو لاهجان .

اها ئي صدا جيڪا سائين جي ايم سيد جي صدا آهي شايد شهيد سرويچ بہ هر قومي ڪارڪن جي ڪلهي کي هٿ هڻندي اهو ئي چئي رهيو آهي تہ :

ڌرتيءَ جا زنجير جي اي پٽ نہ مان ٽوڙي سگهان،
تون اٿي ها تون اٿي اهيو قرض منهنجو لاهجان .

**فلڪ حسين پٽ**

شهيد سرويچ پيرزادي جي وڇوڙي تي ڏاڍو دلي ڏک پهتو آ ۽ رڳو اسانکي نہ پر سيني سنڌي غيرتمندن کي پهتو آ، الله ڪندو شهيد جو مشن ضرور پورو ٿيندو.

**عبدالحڪيم جهتيال**

سائين جي ايم سيد جي ڏسيل واٽ ۽ فڪر تي جسمر جا جوان پورا لٿا آهن، ان جي خوف ۽ حراس ۾ آءِ ايس آءِ پنهنجو موت ڏسي ۽ پاڪستان جو وجود ختم ٿيندي ڏسي ان جي بدلي ۾ اسان کي جوانن جا لاش ڏنا پيا وڃن، انهن مان سرويچ پيرزادي جهڙو بهترين ماڻهو بہ هن قاتل رياست هٿان شهيد ٿي ويو.

**عامر لاکير**
سيتا روڊ

گھوڙن ۾ گھوٽن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا،
ڪڏهن منجهه ڪوٽن ڪڏهن راهي رڻ جا.

شاهه

شهيد سرويچ پيرزادي جي شهادت تي ان کي قومي سلام پيش ڪيون ٿا.گھڻو وقت اڳ جنهن نوجوان کي اسان جسقم يونٽ ٻلهڙيجيءَ جو ميمبر ۽ عهديدار ڪيو هو اهو اسان کان گوءِ کٽي سنڌ جي آزاديءَ لاءِ شهادت جو اعليٰ مقام حاصل ڪري ويو.

**سراج ماڇي**
وڪڙو

مرڻا اڳي جي مئا، مري ٿيا نہ مات،
هوندا سي حيات، جيئڻا اڳي جي جيئا .

شهيد سرويچ پيرزادي جي شهادت سنڌي قوم ۾ وڏو اتساهه پيدا ڪندي، هڪ ڏينهن نيٺ پاڪستان ٽٽندو ۽ آزاد سنڌو ديش ٺهندو.

خالد سولنگي ، وڪڙو

جي تون وڙهندي ماريو ويندين، هن وستيءَ تان واريو ويندين
دودا تنهنجو ساهه تہ ويندو پر ماڻهوءَ جو ويساهه نہ ويندو .

شهيد سرويچ پيرزادي جو خون ڪڏهن بہ رائيگان نہ ويندو شهيد کي قومي سلام.

**فهد علي ڏيرو**
صدر جساف بشير خان ڊگري ڪاليج ڏوڪري

مربو يا ماربو سنڌو ديش ٺاهبو

اسان شهيد سرويچ پيرزادي کي قومي سلام پيش ڪيون ٿا ۽ اهيو يقين ٿا رکون تہ سنڌو ديش جي آزاديءَ تائين پوئتي نہ هٽنداسين، اسان کي يقين آهي تہ شهيدن جو خون هڪ ڏينهن رنگ لائيندو اسان سيني کي ڳاڙهي جهنڊي هيٺ هڪ ٿيڻ گھرجي.

**جميل شيخ**
ڏوڪري

سنڌ ۾ قومي ڪارڪنن کي ڪنهي قتل ڪيو پيو وڃي، هي قتل انسانيت جي توهين آهن، عدالت کان مٿانهان قتل آهن، رياست سنڌ اندر آزادي پسندن کان ٻچي نوجوانن کان حياتي کسي ٿي ڪين يونيورسٽين مان به ڪنهيو پيو وڃي، آزادي پسند سيني قومي شهيدن کي سلام.

**آزاد گل چانڊيو :جيئي سنڌ محاذ قمبر**

شهيد سرويچ پيرزادي کي سنڌ جي عشق ۾ شهيد ڪيو ويو آهي، شهيد جو رت سنڌ کي غلاميءَ مان ڇوٽڪارو ڏيارڻ جو سبب بڻبو. شهيد جو رت انقلاب طرف وٺي وڃڻ لاءِ سنڌي قوم جي رهنمائي ڪندو.

ترقي پسند پارٽي سندس خاندان سان ڏک ۽ ڪاوڙ ۾ برابر جي شريڪ آهي ۽ شهيد جي قربانيءَ کي سلام پيش ڪري ٿي.

**مجيد مغيري : صدر سنڌ ترقي پسند پارٽي ضلعو لاڙڪاڻو**

اسان شهيد سرويچ پيرزادي جي غير انساني، غير اخلاقي ۽ غير قانوني قتل جو ذميوار رياست کي قرار ڏيون ٿا،شهيد کي سنڌ سان عشق ۽ محبت جي سزا ڏني وئي آهي، پر ڌرتيءَ سان محبت ۾ جيڪڏهن هڪ هزار ڀيرا به موت مليو ته قبول هوندو. سنڌ نيشنل پارٽي سرويچ جي خاندان سان ڏک ۾ برابر جي شريڪ آهي، شهيد کي سرخ سلام.

**نصرالله ابڙو :مرڪزي اڳواڻ سنڌ نيشنل پارٽي**

ڪي ماڻهو تاريخ ٺين ٿا

اسانجو ڳوٺ ٻلهڙيجي ايشيا جي باشعور ماڻهن جي حوالي سان پهرين نمبر تي آهي، ٻلهڙيجيءَ جو سنڌ جي تاريخ ۾ اهم ڪردار آهي ۽ هر دور ۾ هن ننڍڙي ڳوٺ وڏا وڏا اڪابر، اديب، صحافي ۽ انقلابي پيدا ڪيا آهن.

اي سائين لطف ! اڄ تون ڪٿي وٺين لطيف سائين جي هن شعر جي روشنيءَ ۾ ته :

سوڀون سر گهرن، سر ڏيءَ سوڀ نه سپجي،
سون برابر سسيون، توريان تان نه ترن،
جي هنيئڙي منجهه هرن، سي ملهه مهانگا سپرين. شاهه

الفاظ محدود آهن سرويچ جي سر اڳيان اهو چوندس :

آءُ وري تون ڳوٺ اسانجي، ساڳيا لوڙها ساڳيا ڍنگهر ،
ساڳيا انگ اگهاڙا مارو ساڳيا هاري ساڳيا هر .

فقير اياز منصور مگريو : ٻلهڙيجي

## شهيد سرويچ کي ڀٽائي جي بيتن سان ڀيٽا

ساٿيڙن سڏڙا ڪيوءِ، لڪ چڙهيو رڻ روءِ ،
هينئڙو ڪچيءَ تند جيئن، ڇڇيو ڇڇيو پوءِ،
ڪوءِ ڳنڍيندڙ هوءِ، تہ پريت پراٽي نہ ٽٽي .

ساٿي نہ پانڌيءِ، جنهن ڪر پڇان خبرون،
لٿي لوڙهہ فقير جي، ڪالهہ ويا ڪانڌيءِ،
جا دلئون در مانديءِ، تنهن کي رسج رهبر راهہ ۾ .

رئان تان راند، کلان تان کامي هينئون،
اکڙيون ويساند، پرينءَ گڏجي ڪنديون.

مر متا ڏئي، پنهونءَ ڪارڻ پب ۾
تہ سرتيون سيئي، واڪاٽيني وينيون.

مرين جي تہ ماٽيئن، جانب جو جمال،
ٽيئن هوند هلال، جي پر اهائي پارئين.

سيٺ قاسم پيرزادو : ٻلهڙيجي

سرويچ اهو نوجوان هو جنهن جيئڻ جا نوان گس ڏئي، شهادت ماٽي هڪ نئين ۾ اضافو ڪيو آهي ۽ هڪ دفعو ٻيهر ٻلهڙيجيءَ جو مان مٿانهون ڪيو آهي.

لڏيندي لباس، جتن جيڏو ٿي ڪيو
اچي آريءَ ڄام جو وڻ وڻ منجهان واس،
مرون ڪاٿيندم ماس، تہ بہ هڏڙا هلندم هوت ڏي. ڀٽائي

امجد پيرزادو، پلھڙيجي

ڏاڙهي رت رتياس، ڏند تہ ڏاڙهون گل جيئن....

شهيد سرويچ جي ڏاڙهي بہ رت ۾ رڱيل هئي ۽ سندس ڏند بہ ڏاڙهونءَ گل جهڙا هئا. شهيد کي سلام.

احمد نواز پيرزادو

شهيد سرويچ پيرزادي جي شهادت تي دلي ڏک پهتو شهيد قوم جو سرمايو ٿيندا آهن سرويچ جي قرباني ضرور رنگ لائيندي شهيد کي قومي سلام پيش ڪيون ٿا هن ثابت قدميءَ سان بيهي وطن خاطر سر ڏنو.

نہ ڪپي نہ ڪپي پاڪستان نہ ڪپي

فراز پيرزادو

ڪو ڪيئن نہ ٻوڙي مقتل ڏي، آ رت ۾ خوشبو ميهنديءَ جي

ڪو ڪيئن نہ موٽي زندان ڏي، ٿا زلف چڪن زنجيرن جا .

شهيد سرويچ پيرزادو سنڌ جو غيرتمند فرزند آهي جنهن موت تہ قبوليو پر بي رحم رياست وٽ ڪنڌ نہ جهڪايو چو تہ هن ڪنڌ ڪپائڻ جو علم سکيو هو جهڪائڻ جو نہ. شهيد سرويچ جو خون رائيگان نہ ويندو چو تہ شهيدن جي رت مان هميشہ سرخ گلاب ٽڙندا آهن، مايوسي نہ مان شهيد کي ڪروڙين سجدا ۽ سلام پيش ڪريان ٿو.

اعزاز علي پيرزادو، دوست

وڍيئي سي واڍوڙيا رت نہ ڏنو جن

موت قبوليو تن، ڏنو جن ڏکيءَ کي.

سرويچ پيرزادو سنڌو ديش جي آزاديءَ جو اوسيئڙو رکندڙ نوجوان هو پاڻ پنهنجي جوانيءَ جا حسين ڏينهن سنڌ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندي گذاريا جنهن سبب نام نهاد رياست ڪيس 80 ڏينهن مسلسل تارچر ڪري شهيد ڪري ڇڏيو اڄ سڄي سنڌ سرويچ تي ناز ڪري ٿي، سڀاڳي آهي اها ماءُ جنهن سرويچ جهڙو دلير پٽ ڄڻيو.

شهباز پيرزادو: س ا س ڏوڪري

سرويچ پيرزادو سنڌ جو حقيقي سرويچ پٽ هو جنهن قوم جي خاطر سر ڏئي ڳوٺ ۽ خاندان جو ڳاٽ اوچو ڪيو اسان سرويچ کي سلام پيش ڪيون ٿا.

گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا
ڪڏهن منجهه ڪوٽن، ڪڏهن راهي رڻ جا.

اڪرام پيرزادو، شاگرد

اسان کي سرويچ پيرزادي جي شهادت تي فخر به آهي پر ڏک به آهي، اسان پنهنجي دوست جي عظمت کي سلام پيش ڪيون ٿا.

راحت پيرزادو



# شهيد

# سرويچ پيرزادي

---

تي ٿيل شاعري

## نظم :لطف پيرزادو

لت پت جسم رت ۾ ڳاڙهو هو،
ٽوٽ ڏرتيءَ تي حسين جواني
جوان جذبا،
ممتا جي آسيس
پوڙهائپ جو آسرو
ويرين آ
هن ڪان ڪسيو.

## نظم

هر ڪو ٿو چاٽي
جر گهڙي جوکو آهي،
ڪوئي تارو ڪوئي اڻ تارو،
ويرن ۾ ويڙهيو آهي،
ڳن ٿهري، چوليون چوهيون،
رات انڌاري تيز هوا،
نه هن ڪنڌيءَ نه هن ڪنڌيءَ،
وهه وچ ۾ غوطا ٿي غوطا،
ٻانهن ٻر سينو سپر،
تار ۾ تڙپي جواني،
ڪنڌيءَ چڙهڻ جي آس اندر ۾،
رهي کهي سگهه سهيڙي،
اڳتي وڌڻ لاءِ زور لڳائي،
پار پڄڻ جا جتن ڪري،
صبح سنواري ڪنڌيءَ ڪانهن جهلي
نستو نٻل! جهڙو ڪر لاش،
ساهه پئي ٿو!
سگهه سهيڙي، وري جيئي ٿو.

❊❊❊

## نظم :لطف پيرزادو

سرويچ جي ڪنيچڻ تي لکيل
پيا پرون هٿا
تنهنجي ماءُ ڪي،
الڪو هيو تنهنجي پيءُ ڪي
تو به چاتو ٿي
ان ڏينهن ڪي!
" وهڻ مون نه وڙاءُ،
سٽي جهانءِ جهڄي هنيئون "
چيو هو لطيف رسالي ۾!
ڪنهن سڏ ڪي
ورنائڻ لاءِ،
چاٽندي نه چاٽندي،
چاهيندي نه چاهيندي
نڪري وئين گهر ڪان
ور چڙهئين واڳن جي
رات انڌاري، ڪنن ڪڙڪا
هيبت منجهه هنيئان هڄي
ثابت قدم رهي،
پڳي سڄي ڪڄي،
پرت پئي پراٺي نه ٿئي،
نينهن جو ڪو انت ڪونهي،
نبري نٿو نبري،
ڏک سک سونهن آهن،
حياتيءَ جي باغ جا،
جسم تي ڏکن جا نشان،
مهرون آهن وفا جون،
ڌرتيءَ سان وچن پاڙڻ جون سندون
شل جواني ماڻين!
مئدان ملهائين!

❊❊❊

## سرويچ پيرزادي لاءِ
## شاهه محمد پيرزادو

ڏک وڏو آ
روئي سگهڻ کان پي وڏو آ
لفظ ڪهڙا ڳولهيان
جيڪي ڪليشي ڪونہ بڻجن
ءِ ماءُ جي ڳوڙهن جيان
اظهار ڪن،
مان وري ڪيڏو اڪيلو ٿي ويس
هڪ پيءُ کي
هڪ ماءُ کي
ڪيئن سمجهايان تہ پٽ کي ڏت ڪر
نفرتن جي ڪنڌ ۾ ڦاسڻ نہ ڏي
پر انهن کي ڪونہ ڪا مهلت ملي
هاڻي تہ تن جي پاڪرن ۾ لاش آ
نفرتن جي ڪنڌ مان
پاڻ کي آجو ڪرڻ لاءِ تيار هئو
چو نہ ان کي پيار جو موقعو مليو
مان وري ڪيڏو اڪيلو ٿي ويس
نفرتن جي ڪنڌ جي سنسار ۾
مان وري ڪيڏو اڪيلو ٿي ويس.

***

## ماءُ جو غم
## ملڪا پيرزادا

منهنجا بچڙا!
تون جمڻ سان ڏاڍو ارڏو هئين،
پر تون منهنجي ٻارن ۾ نرالو هئين،
تو محبت گهر کان شروع ڪئي.
گهر جي غربت کي دور ڪرڻ لاءِ
جهيڙيو،
تون ڪراڙي پيءُ جو سهارو بڻين،
ان جو هم خيال.....
منهنجي دل کي ٽيڪون ڏيندو رهين،
ڀينرن جو پرجهلو بڻين،
ڪنهن باز ڪهڙي مهل توکي جهٽي
ورتو،
پوءِ بہ لامارو ڏٺي منهنجي هنج ۾
سمهندو هئين...
تون ڪيئن منهنجي هنج ۾ سمهي،
ڏاهن جيان مونکي پڪو ڪندو رهين،
" امان، مان ڌرتيءَ جي امن لاءِ وڙهندي
جي شهيد ٿيان، تہ تون ڳوڙها نہ ڳاڙجان
موت تہ برحق آ....
ڪٿ تي سمهندي بہ ايندو آ..
امان، تون مونکي شهيد ٿيڻ ڏجان
وري توکي باز جهٽي ويو..
مان بيوس ٿي ويس..
منهنجا پٽ تون منهنجي سگهہ ڪٺي
وئين
پر تون ڏاڍو ارڏو هئين
تو پنهنجو شوق پورو ڪيو
تو شاديءَ جا موڙ نہ ٻڌا
تو پنهنجي رت جي ميهندي لاتي
تون پنهنجو عشق ماڻي گهوٽ ٿئين
پر تون ڇا ڄاڻي بچڙا
مان پڳل چيلهہ ۽ دل سان ڪيئن
تنهنجو لاش کنيو

پر تو ڏرتيءَ تان سر ڏيڻ جو وچن پورو ڪيو.
تنهنجو تشدد ٿيل جسم
اسپتال جي سرد خاني جو پواڻتو منظر
ايمبولينس جو خوفائتو هارن
رستن تي تنهنجي سنگتين جو
استقبال
ڪيئن تون پاڻ کي امر ڪري
مون کي جيئري ماري وئين..
پر ها پتائي صاحب به چيو آ
گهوڙن ۾ گهوٽن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا
ڪڏهن منجهه ڪوٽن، ڪڏهن راهي
رڻ جا.

***

## هو ننڍ پيو آهي!

سائل پيرزادو

ٽڪل هيو ڏاڍو ٿي، هو ننڍ پيو آهي،
نڙڪو نه ڪري ڪوئي، هو ننڍ پيو آهي!
ٿي ڪٽ ڪجي جنهن پل، تا پار ڪڍن ماڻهو
ٿي ماءُ چوي روئي هو ننڍ پيو آهي!
اڌ رات انڌيرن ۾، هن ديس جي ديرن ۾،
ڪنهن دانهن اچي پوئي، هو ننڍ پيو آهي!
آ ماڪ وُٺي ڏاڍي، ڏِسُ ٿڌ پئي آهي،
ٿي پيڻ وجهي لوئي، هو ننڍ پيو آهي!
جي بک لڳي ٻچڙي، پوءِ سڏ ڪندو مونکي،
مون آهه پلي سوئي، هو ننڍ پيو آهي!
جو ديس کي هو پيارو هو نوجوان يارو
تو ديس سڏي سوئي، هو ننڍ پيو آهي.

***

## اسان جو ڏوهه ڪهڙو آ؟

(سرويچ پيرزادي جي ڪنپجڻ تي لکيل)

### امر پيرزادو

گهر جو در
هاڻي به کڙڪي ٿو
موبائيل جي گهنٽي به وڄي پئي
پر اسان جو پٽ
جيڪو آفيس ويجي
واپس موٽڻو هو
موٽي ئي نه ٿو
نه ئي فون ٿو ڪري
اڳ ۾ ته ائين ڪونه هو
هاڻي ڇا ٿيو آهي؟
هي ماڻهو گهر ڇالاءِ اچي رهيا هن؟
هي سڀ اُداس ڇو آهن؟
هتي ڪنهن جو تڏو به ناهي
پوءِ هي سڏڪا ڇو هن؟
هيءَ ڇا جي تياري آ؟
اکين ۾ ڳوڙها
پينگهي وانگي لُڏي لُڏي
ڪري پون ٿا
وسوسا، خوف، دلاسا، اُميد
ستائيندڙ انتظار
ڪنهن ٻي پاسي سوچڻ نه ٿا ڏين
خواب پيي سڄي رات چرڪي ٿا پرن
خاموشي وڏو شور بڻجي وئي آ
ماڻهن جا سڀ آواز اوپرا اوپرا ٿا لڳن
اهو آواز وڃائجي ويو آ
هن جا ٽهڪ

اسان جا لڙڪ ٿي ويا هن
ماڻهو تا چون هن تي الزام آهن
ڪنهنجي سگهي ٿو
مري به سگهي ٿو
ڪو اهو نه ٿو ٻڌائي
اسان جو ڏوهه ڪهڙو آ؟
پار چٽڻ ڪهڙو جرم آهي؟
اسان ڇالاءِ مري ويا هون؟
ڇالاءِ جيئرا لاش بڻجي ويا آهيون
***

# چچريل لاش
امر پيرزادو

اها خبر هئي
هو توکي جيئرو ڪونه ڇڏيندا
تنهنجي وڇوڙي جا سمورا ڏينهن
ڪوڙا دلاسا ٻڌي به
اسين گهر پاتي
پنهنجي دل جي قبرستان ۾
تنهنجي قبر
ٺاهيندا رهياسين
جنهن ۾ توکي نيٺ اچي سمهڻو هيو
بس ايتري خواهش هئي
تنهنجو جسم موت جي سور سوا
پيو ڪو سور نه ماٺي
پر اڄ تنهنجو رستي تي اڇلايل
ڇيهون ڇيهون چچريل لاش ڏسي
روح ٿي ڇڃي پيو آ
ڪو ڪنهن کي ايئن به ماري سگهي
ٿو؟
جن تنهنجي هٿن پيرن جا ننهن
پاڙون پٽيا هوندا
ڇا تن جي پارن جي هٿن پيرن تي
نهن ناهن هوندا
ڇا تن کي سور ناهي ٿيندو؟
جن تنهنجي هٿن جون آڱريون ڀڳيون
هونديون
ڇا تن جي دل هڏن جي ٺهيل آهي
ڇا بجلي جا ڪرنٽ
ماڻهو جي جسم لاءِ هوندا آهن؟
جن تنهنجي گوڏن کي ڊرل ڪيو
ڇا تن جو روح ڊرل تي چڪو آهي
ڇا قاتل هجڻ جا ڪي معيار نه ٿيندا
هن؟
مارڻ ۽ بار بار مارڻ ۾
وڏو فرق آهي
ڪوبه جرم
ان تشدد کان وڏو ڪيئن هوندو؟
هنن تنهنجا ڪيترائي قتل ڪيا آهن
اسان جي جسم جا ڪيترائي حصا
ڪيا آهن
تنهنجي جسم جا سپ زخم
اسان جي جسم ۾ منتقل ٿي ويا .آهن
تنهنجي جسم جو هر گهاو هاڻي
اسان لاءِ تنهنجي ياد
۽ قاتلن لاءِ نفرت آهي.........
***

## سرويچ پيرزادي جي نانءُ
## رزاق عاصي

امڙ جا نيڻ تنهنجي لاءِ،
وساري ننڊ ويٺا هن،
اوسيئڙي ۾ سيئي ياتي،
وساري مند ويٺا هن،
ڪراڙو پيءُ ساري ٿو
اڙي او ديس جا جوڌا،
وچوڙو تنهنجو ماري ٿو
سنگت کي سڪ ستائي ٿي،
قسم سان جيءُ جلائي ٿي،
چون ٿا تون جتي آهين،
اتي هر ديس جو گهيرو
ڇچر جي ٿو عذابن ۾،
اتي بي رحم جذبن جو
ڪليل دوزخ آ خوابن لاءِ،
اتي هر رات سازش آ،
اتي هر صبح جو چهرو
نوان پيغام ٿو آڻي،
سڄي پئي سنڌ ٿي ڪسجي،
سمورو ديس ٿو چاڻي،
پرين سرويچ تنهنجي لاءِ،
رڙي پئي ديس جي مٽي،
پرين سرويچ تنهنجي لاءِ،
مڙي پئي ديس جي مٽي،
قسم سان تون جتي آهين،
اتي ڪسجي مظفر ويو
هنن جا هٿ رڱيل آهن،
”پنهور“ جي رت گاڙهي سان،
هو قاتل منهنجي ”ضامن“ جا،
هنن ساڙيو ”سرائي“ کي،
هنن ماريو آ ”عامر“ کي،
”وڏي“ جي قتل جو ڪارڻ،
هي سا گيا هٿ ڳجها آهن،
هو منهنجي ديس جا دشمن،
سمورا ئي سڃا آهن،
پرين سرويچ تون ايندين!
اسان جي دل چوي ٿي پئي،
مگر تون ڪر وچن پيارا،
تون جوڌو سنڌ جو ٿيندين،
ٿئي انجام ڪهڙو ب،
تون سرڙو سنڌ تي ڏيندين،
تون سرڙو سنڌ تي ڏيندين،

❊❊❊

## مان توکي مبارڪ ڏيڻ ايندس
## غوث پيرزادو

تنهنجي جيون تي
طوفان لٿو آهي
تنهنجي معصوم زندگيءَ جي جهوپڙي تي
پهاڙ ڪريو آهي
مان تنهنجي ويڳاڻي تصوير ۾
تنهنجي اکين کي پڙهيو هو
تنهنجي ڳوڙهن کي پنهنجي اکين ۾
لهندي ڏٺو هوم
مان ڪيئن اچان تووٽ افسوس جو

اظهار ڪرڻ
مان ڇا چوان توکي؟
جڏهن توسان ملان
ڪيئن ست ساريان پاڻ ۾
مان توکان ڪيئن پڇان تہ
توکي رات جو ننڊ ڪيڏي مهل ايندي
آهي؟
تون ننڍڙي سرويچ کي ڪيتري دير
تائين
لوريون ڏئي سمهارڻ جي ڪوشش
ڪندي آهين
تون ڪيتري دير تائين پنهنجين
ڇاتين تي
ننڍڙي سرويچ جا هٿڙا محسوس تي
ڪرين
منهنجي ٻچڙي مهر النساءِ
جڏهن تنهنجو ٻچڙو واپس ايندو تہ
مان توکي مبارڪ ڏيڻ ايندس
مونکي معاف ڪجان
منهنجي اندر ايتري سگهہ ناهي
تہ مان تنهنجي ڳوڙهن هاڻي مک کي
ڏسي سگهان
مهنهجي ڌي مونکي معاف ڪجان.

***

## هڙس تي ملهائجان

### شعور پيرزادو

هڙس تي تون ملهائجان
موهن جي دڙي جي مٽيءَ جو
مان تون مٿانهون ڪجان
سرائي جي سڙيل جسم سان سچو ٿجان
اعجاز جي عظمت کي اوچو ڪجان
ضامن جي ڏنل امانت کي برقرار
رکجان
افضل جي الفاظن تي پورو لهجان
صاحب خان هجڻ جا ثبوت ڏجان
بشير جيان تون بهادر ٿجان
مقصود جي مقصد کي پورو ڪجان
سميع الله جي سنڌ کي سلامت رکجان
انيس جي اوسيئڙي کي پورو ڪجان.

***

## منهنجا ياءُ تون ڪٿي آهين؟

### سمبل لطف

منهنجا ياءُ تون ڪٿي آهين؟
يا اجا تون ڊيوٽيءَ تي آهين،
يا وري رستي تي،
مظفر يا افضل جيان ڪنپيو ويو آهين،
اتي سنڌ جو هر جوڌو،
ساڙيو ۽ ماريو ويندو آ،
پنهنجا ياءُ تون گهر اچي تہ ڏس رڳو
توکان سواءِ خالي آ،
تنهنجي ماءُ جڏهن کان تون ويو آهين،
ان ڏينهن کان ننڊ ۽ ماني وساري ويٺي
آ،
منهنجا ياءُ تون ڪٿي آهين،
ڇا اجا ڊيوٽيءَ تي آن،
منهنجا ياءُ تون ڪٿي

***

# هن جي خوابن گولي ڪاڏي

علي منصور

هن ڪي اڄ هڪ پٽ آ ڄائو
نالا ڪيئي سوچي ويٺي
ها هي نالو
نہ هي نالو
ڇو هي نالو
پوءِ هي نالو
نالو ڳولهي نيٺ ٽڪي تي
نانءُ پو هن تي هڪ رکي تي
هر هر نالو سوئي سڏي تي
ڪيڏي پو پر گهور ڪري تي
امان، امان، امان، امان
بابا، بابا، بابا، بابا
هن ڪي پنهنجي ٻولي سيکاري
هن جا ويٺي وار سنواري
داخل هو اسڪول ٿئي تو
ٽيلهو هن جو پاڻ ٿي ٿاهي
واٽ نهاري هاڻي اچي ٿو
لوچي ويٺي
سوچي ويٺي
هڪ جيڏين ۾ ڳالهيون هن جون
ڪيڏي فخر سان هوءَ ٻڌائي
منهنجو ٻچڙو
منهنجو پيارو
هاڻ ورسٽي پڙهڻو آهي
نيٺ تہ ٿيندو افسر اعليٰ
ويٺي ڳائي هوءَ جمالا
ايندين هاڻي خوشيون ڪوڙ
پوءِ ڳولهينديس هن جي جوڙ
پنهنجا پوٽا پيارا هوندم
منهنجا چنڊ ستارا هوندم
فون اچي ٿي
خبر ٻڌي ٿي
هوءَ تڙپي ٿي
خوابن هن جي
ضرب لڳي ٿي
منهنجو ٻچڙو
منهنجو پيارو
ڪير ڪٺي ويو
ڪنهن وٽ آهي
ڪٿ تہ هوندو
ڪوئي ٻڌائي
هر پاسي هوءَ رُڃ ڏسي ٿي
ها انساني سُڃ ڏسي ٿي
فون جي گهنٽي وري وڄي ٿي
آس اندر ۾ فون ڪٽي ٿي
هوءَ ٻڌي ٿي ساڳيو نالو
هڪ اونداهي رات ڪٽي وئي
هن جي ڇِپ ٿي
چُپ لڳي وئي
اکين آڏو
اوندهہ ٿي وئي
هن جي خوابن گولي ڪاڏي
هن جي جهولي ٿي وئي خالي.

***

## وائي : مسرور پيرزادو

روئـــي ويـــتـــي مـــاءُ،
تنهنجي ڪٿ خالي ڏسي
پيــڻ چــوي هــر هــر پــٽــي
ڪــڏهـــن ايــنـــديـــن پـــاءُ،
تنهنجي ڪٿ خالي ڏسي
ڪنهنجي نيٽن مان ڪريو
لُــڙڪــن ســان پــڇــتــاءُ،
تنهنجي ڪٿ خالي ڏسي
ڪــيــن وٺــي ٿــي زنــدگــي،
ڪـــونـــهـــي ان ۾ ســـاءُ،
تنهنجي ڪٿ خالي ڏسي
گــهــرو ٿــيــنــدو ٿــو وڃــي،
روز وڇـــوڙي گـــهـــاءُ،
تنهنجي ڪٿ خالي ڏسي

***

## سرويچ ڪي ييٽا : ساحل پيرزادو

سـنـڌ جـي سـرويـچـن ڪـي، ٿـا ڪـنـيـي گـم ڪـن ڪـانـئـر ڏس فرق سمورو ظاهر ڏس، ڪـيـئـن پـنـهـنـجـن ڪـي ٿـا ڪـيـن ڪـڇـن! گـاديءَ هـنـڌ ۾ ڏرڻـا هـن، سـي هـرگـز لـيـڪـن نـه مـرڻـا هـن هـي راڄ جـا ڪـهـڙا ڪـرڻـا هـن، ٿـا فـرق وجـهـن تـعـزيـرن ۾ ڪو سنڌوءَ ڳالهه ڪري ٿو جي، ٿا ڦاهيون ڦتڪا سينگارين ڪو بم ٿو ڦاڙي ماڻهو ماري، ٿا ڳالهيون ويٺا تنهن سان ڪن هـي ڪـهـڙي آزادي آهـي، هـر پـاسـي بـربـادي آهـي ڪـوڙن ڪـوڙن واعـدن تـي، ٿـا ويـٺـا مـارُنِ روز ڦـرن... سـرويـچ تـون واپـس ورڻـو آن، ڪـنـهـن ڪـان مـور نـه ڏرڻـو آن،

## بيت: سائل پيرزادو

منهنجا ٻچڙا تو ماني ڪاڏي آهه؟
منهنجا اڇي لاهه، اُلڪا ۾ اوسيئڙا.

ادا تنهنجي لاءِ، سِڪَ لڳي آهي،
دلڙي ٿي چاهي، ڳالهيون ڪيون ڳوٺ جون؟

ابا! اکين کي، ناهي ڪو آرام،
موٽي آ ڏِسُ گام، تولئه ٻُهاريا اٿم.

ڏٺائين اڌ رات جو اجا ڪٽ تي ناهه،
ٻُڌا ڪٿي آهه؟ پڇي ٿي پئي چنڊ کان!

پٽ تو ناهي ڪو ڪٿي آهين تون،
در ۾ هن ديدون، چاڙ اجهو آئين.

تنهنجو پٽ سرويچ، موٽي ايندو ماءُ،
تنهنجو هر هڪ گهاءُ، ميٽي ويندو مُرڪ سان.

## غزل: مسرور پيرزادو

وري وطن لئه شهادتن جو پراڻو قصو جديد ٿي ويو
اسان جو سرويچ سنڌ جي لئه وڍائي سر آ شهيد ٿي ويو

جڏهن جڏهن ظلم ظالمن جو اسان تي آهي مزيد ٿي ويو
تڏهن تڏهن آجپي جي لئه، هي عشق پنهنجو شديد ٿي ويو.

اسان جو پوءِ پي اهي ئي ٻوليون، پلي پيو تون هلاءِ گوليون!
قطار پنهنجي تيار ٿي آ، جڏهن ٻه هڪڙو شهيد ٿي ويو

اجا ٻه باحق هي آ نسورو، جو ديس آ ڪربلا سمورو
اجا ٻه ٿئي ٿو حُسين ڪوئي، جڏهن ٻه ڪو آ يزيد ٿي ويو.



The grave of Sarwech Ali Pirzado, who was affiliated with the students wing of the jeay sindh mutahida mahaz, in balhreji,

# Foot prints
# "Kill and Dump" in Sindh

Sarwech Ali Pirzado's grave stands out in the ancestral Pirzado graveyard in Balhreji, Larkana district. A red Jeay Sindh Muttahida Mahaz (JSMM) flag is spread over the grave. Another party flag flutters beside it. Known as 'little Moscow', Balhreji has seen many socialist and communist movements, evidence of which is found on the main entrance to the street where the graveyard is located. There is a plaque here in memory of "social reformer Muhib Hussain Pirzado".

The area has been in the spotlight in recent weeks, as the venue where families from across Sindh receive the tortured bodies of their relatives — activists of Sindh's nationalist parties who hailed largely from Larkana district.

Sitting on a charpoy in his modest home, Sar-

wech's father Lutuf Pirzado wore an expression of resigned acceptance as he mentioned his son's affiliation with the JSMM's student wing, the Jeay Sindh Students Federation (JSSF). Himself an active member of the Movement for the Restoration of Democracy in the 1980s, Lutuf received 15 lashes in prison for wall-chalking and demanding the release of communist leader Jam Saqi.

"A month before his abduction, we had a family discussion. Both his mother and I asked him to stay away from some of his friends. Their activities seemed suspicious to us," he said. The reason behind the discussion was the news of activists disappearing one by one in Karachi. Soon after, an announcement appeared in Daily Subh, a Sindhi-language newspaper, of Sarwech's resignation from the JSMM and its student organisation.

The 22-year-old was working as a sales manager in Karachi when on Sept 11 he went missing, "somewhere in Saddar", his father added.

The incident went unnoticed for over an hour until an employee of a courier service called his office around 6pm to inquire whether Sarwech would be picking up a letter he was supposed to. Search for Sarwech started soon after, with his father and brother going to Karachi, running from pillar to post to locate him. The police refused to register an FIR, so they went to the Sindh High Court.

While waiting for the hearing, they protested in front of the Karachi Press Club on Sept 23. In the meantime, a 'well-wisher' of the family sent a message to them through a relative that the young man had indeed been abducted by the security forces for a plot he was accused of hatching with his friends to target security installations. Sarwech's brother Inayat Ali recalled, "He also asked us to relax, as the man told my cousin that Sarwech seemed like he belonged to a good family. And they might release him because of that. We continued hoping, waiting for his release."

It took another few days to convince the authorities to register the FIR. But on Nov 30, they learned of his

death. “One of our relatives heard it on TV and called from Karachi to inform us that two bodies had been found in Nooriabad, hands tied with gunshot wounds to the head,” said his mother Mehrunnisa, a lady health worker in Larkana district.

Her face remained emotionless as she narrated how she was the one who informed the police that her son might have been abducted due to his past affiliation with the JSMM. “They looked at me, surprised. Then hushed me up for saying the word ‘agency’ out loud. I just want to know whether by abducting these young men are they trying to finish off the movement or bolstering it?”

Many in Larkana do not consider the JSMM as truly representing the poor. Others say that the recent abductions were a result of the separatist movement, mostly underground, gaining strength in recent years. One of the reasons for the recent surge in the ‘kill-and-dump’ phenomenon, earlier associated only with Balochistan, is said to be the growing proximity between Baloch separatists and their counterparts in Sindh.

In 2011, a picture of Sirai Qurban Khuhawar, senior vice chairperson of the JSMM at the time, Ruplo Choliani, Noor ul Haq Tunio and Nadir Bugti, went viral among nationalist groups on Facebook. Soon after, Khuhawar and Choliani’s car was found torched near Sanghar. It was followed by a picture of Balaach Marri and the present JSMM leader Shafi Burfat on the internet. Locals say the proximity between JSMM and Baloch separatists continued till recently, resulting in enforced disappearances.

Another factor, pointed out by a former political activist of the Jeay Sindh Mahaz, Ustad Khalid Chandio, is that the JSMM is getting stronger even while being banned. “You must have heard people shrug off their cause saying their attacks are limited to ‘cracker blasts’. But has anyone thought how the material for making a ‘cracker bomb’ is available to them? How a mere cracker blows up five to six feet of solid steel railway tracks? At the same time, there’s some truth to reports about India’s

interference in our region. We may ignore them but there's some truth there. This nationalist movement is not all black and white; there are many shades of grey."

Another factor he mentioned was that over the years, with the absence of governance, awami movements in Sindh were gradually being replaced by azadi movements. "Secularism is being wiped out in this country. Stoking a militant movement in Sindh is ideally a good shut-up call for the nationalists, good for creating conflict and confrontation amongst those seeking provincial autonomy and those seeking independence. All of this, in the end, is useful to justify torture against militant groups," he added. At present there's no ongoing strong movement for a 'Sindhudesh' in the province, Chandio argued, as was once imagined and explained in detail by G.M. Syed in his book about Sindhudesh.

When the question was put to the senior vice president of JSSF, Shehzad Manglo, whether there was a solution to the ongoing kill-and-dump policy in the province, he politely said "an independent Sindh".

***Published in Dawn, December 14th, 2014***



**Torture Victim Sarwech Pirzado**

# Disappearance & killing of Sindhi nationalists creating space for militants

## Asian Human Rights Commission

PAKISTAN, Dec 3 : Disappearances and extra judicial killings of Sindhi nationalists continues unabated; in many cases disappearances have occurred following arrest by the police and at times by plain clothed persons, presumably from intelligence agencies; thereafter being taken into custody, most often tortured and ultimately their bodies are found dumped on the streets.

In the Sindh Province, the security forces have made secular and nationalist forces and activists their main target, in order to keep them in illegal detention centres, torture them and thereafter are extra judicially executed in an effort to eliminate any evidence of the disappearances. During the year 2014, more than 100 activists

from nationalist groups particularly from the group 'Jeay Sindh Muttahida Mahaz' (JSMM), a banned organisation, have been arrested and are missing. On the other hand all the banned Muslim militant groups have made the Sindh Province their safe haven and hiding place.

Accusations are levelled by the nationalist groups that security forces are targeting nationalist forces to provide a space for religious militant groups and the Taliban, similar to what took place in the Baluchistan Province – where today as a result, the sectarian and militant groups are operating freely and every year they are involved in killing more than 1,000 persons in such sectarian violence.

In Sindh, the Jeay Sindh Muttahida Mahaz (JSMM) is the worst victim of the intelligence agencies in this regard. Although the members of the Jeay Sindh Qaumi Mahaz (JSQM), one of the major Sindhi nationalist parties, Jeay Sindh Tehrik (JST) and other parties have been facing no different situation, it's worse for JSMM because they, unlike the other parties, openly support an armed movement for the freedom of Sindh.

On 15th August 2014, Mr. Asif Panhwar was arrested in a police raid at his friend's house in Nasim Nagar, Hyderabad, in the Sindh Province and since then he has been missing. After 100 days of his disappearance his bullet riddled and torture marked body was found on the 25th of November this year. Asif Panhwar was a local leader of a banned secular nationalist organisation, the 'Jeay Sindh Muttahida Mahaz' (JSMM). Following his arrest and disappearance his brother filed a petition in the Sindh High Court for his recovery. As is the usual practice, the Sindh High Court did nothing, despite the appeals by his brother that Asif Panhwar might be killed in detention by the security agencies.

In another such incident on 15th October 2014, Paryal Shah, an activist of the JSMM was abducted by the Pakistan security agencies and since then he has been missing. His mutilated body was later found on 7th November 2014 with clearly visible marks of torture. His

body was dumped near the city of Rahim Yar Khan in the Punjab Province where military is operating torture cells in their Cantonment area. Shah hosted the Baloch long march last year for the recovery of Baloch missing persons. Victim's brother, Zamin Shah was also killed by the armed forces in fake encounter.

The bullet ridden body of Mr. Abdul Waheed Lashari, 37 years old, was found after his disappearance after 15 days after being arrested in the first week of November 2014 while he was travelling in a passenger bus. Mr. Lashari was affiliated with the Jeay Sindh Qaumi Mahaz (JSQM) Arisar group.

On 25th November 2014, a third-year student of Mehran University of Engineering and Technology, in the Sindh Province went missing from the Sindh University Housing Society, Jamshoro. Mr. Kamlesh Kumar was standing at a photocopy shop when two police mobile vans and a car approached them and dragged him in a police van. His only alleged crime was that he belongs to the Hindu community and he was participating in the protests against the persecution of religious minority groups. He was not affiliated with any political group. The family searched for Kamlesh at the police stations in Jamshoro and Hyderabad and to no avail.

Many such activists who stand up against the kidnapping of Hindu victims often go missing in the Sindh Province. The Chairman of Sindh Human Rights Organization (SHRO), Fayaz Shaikh was abducted from the city of Karachi. He has been organizing demonstrations on behalf of several Hindu girls who have been kidnapped in Pakistan. He has been abducted by unknown persons on 24th November 2014. His disappearance came on the eve of yet another demonstration he was supposed to organize under the auspices of the Sindh Human Rights Organization on behalf of the nine Hindu girls kidnapped by the Islamic seminaries in the Sindh Province. This is ironic since he was a leading voice who began a campaign to approach the United Nations Secretary General, Ban Ki-

Moon, to take notice of the enforced disappearances of young Sindh activists and to call for an end to all such kidnappings and abductions of minorities and human rights activists there.

Another activist Mr. Rohel Laghari, 22 years old also belonging to the JSMM was abducted on the 1st April 2014 from Hyderabad and his whereabouts too are todate unknown.

Mr. Sarvech Pirzado who was yet another activist belonging to the group JSMM and an employee of a private medical company was abducted from the impress market in Karachi on 12th September 2014 by plain clothed persons and was later hurled into a four wheel type jeep. His family has filed a petition before the Sindh High Court for his recovery but as in all the other instances, to date no decision has been taken by the Court.

On October 11, the bullet riddled body of an activist of JSMM, Mr. Shakeel Konhari, was found dumped near the Malir Military Cantonment, Karachi. He was arrested from his house by the unknown persons.

The Asian Human Rights Commission urges the Government of Pakistan to stop the persecution of the Sindhi nationalists and halt once and for all these illegal and unconstitutional methods of enforced disappearances and extra judicial killings in Pakistan. If the law enforcement agencies have the evidences against the suspects and if there are criminal charges against them the government must bring them before the civil courts of law and tried.

The AHRC also urges the government to immediately ratify the International Convention for the Protection of All Persons from Enforced Disappearance and implement its provisions in law, policy and practice, and in particular include a new and separate crime of enforced disappearances in the penal code, as the government has already pledged before the United Nations visiting team, the working group of enforced and involuntary disappearances in 2012.



موت تنهنجو پڏي، سنڌ سڏڪي چيو
سنڌ واسي اٿو، ڪجهه ته بدلو وٺو
ياءُ پنهنجي مٿان، ياءُ پنهنجي مٿان
ساهه سدڪو ڪيو، سنڌ جوڏي مٿان
سنڌ منهنجي وري، اجڙي اڄ آ وئي
ساهه ويساهه ڪي، ڇڻ ته گولي لڳي
ڪِيسُ ايڏو وڏو، قوم سان آ ٿيو
سنڌ واسي اٿو، ڪجهه ته بدلو وٺو
ڪربلا ڪربلا، ٿئي وئي ڪربلا
سنڌ ساري ڏٺم، سڀ پئي رت رنا
جُنگ جوڌا، پڏا ۽ پڪا
هاءِ گهوڙا مٿي، هاءِ ماتم ٿيو
سنڌ تنهنجي ڪري، ويس ڪارو ڪيو
سنڌ واسي اٿو، ڪجهه ته بدلو وٺو

-سرويچ پيرزادو